چيف ايڊيٽر:

يوسف شاهين

مئنيجنگ ايڊيٽر:

ناصر حيدر

ايڊيٽر:

عبدالرحمان پليجو

چيف رپورٽر: — طارق بيگ
آرٽ: — محمد هارون ٻگهيو
مئنيجر: — محمد يونس





نمائنده سنڌ: — منظور روشن
نمائندو بدين
زهير حسين حيدري

قيمت ٤ رپيا

جلد: ١٠ — شمارو: ٦٠-٦١
١٩٨٢

هفتيوار پرس


# ڏيگهيون چاڙهيو

هڪ دفعو وري
اهڙو وقت اچي پيو
جڏهن اسان کي اسلام جي جذبي سان سرشار ٿي
بانگلا ديش کان ايندڙ ڀارين جو استقبال
ڪرڻ گهرجي
اسلام اسان کي سيکاري ٿو ته
مسلمان سڀ پاڻ ۾ ڀائر آهن
۽ اسان کي اسلام جي پيروي ڪندي
هڪ ڀيرو وري پنهنجن ايندڙ ڀائرن لاءِ
اکيون وڇائڻ گهرجن، انهن لاءِ پنهنجا گهر
کولڻ گهرجن
اسان جا هي ڀائر - ڀاري
جيڪي بانگلاديش ۾ مصيبت ۾ مبتلا آهن
انهن کي آڻڻ لاءِ ڪوششون جاري آهن
اهڙي طرح هو ضرور ايندا
اسان کي ڏيگهيون چاڙهڻ گهرجن
جيئن اڳ چاڙهيون هيون سين.
پاڪستان زنده باد - اسلام زنده باد



# جن پاڻ هيئو پاتارم

## پير حسام الدين راشديءَ جي ياد ۾



حسام الدين راشديءَ جهڙو اديب، عالم، دانشور محقق ۽ مورخ هرڪو دور پيدا نٿو ڪري سگهي. سندس ڄاڻ ۽ علمي سگهه، ذات ۽ ڏاهپ جا سوين ڏيا روشن آهن. سندس زندگي ڪيترن ئي گوناگون دورن مان گذري آهي. پر هتي اسين فقط ان تاريخي دور جو ذڪر ڪندس، جنهن هن تاريخ ساز شخصيت کي ڳاهيو هو. پر اهو سڀ ڪجهه سندس زباني. مرحوم هڪ سنڌي رسالي کي انٽرويو ڏيندي سنڌي نوجوانن کي، سنڌ سڃاڻڻ لاءِ، سنڌي تاريخ جي کوجنا ۽ جاکوڙ ڪرڻ لاءِ جيڪا تلقين ڪئي هئي، اها ٽن اکرن ۾ هئي:

"تاريخ! تاريخ!! تاريخ!!!" اچو ته اسان ان دور جي تاريخ جا ورق اٿلايون، جنهن تاريخ ساز دور، هن تاريخ ساز انسان جي شخصيت کي متاثر ڪيو هو. ان دور جو هندستاني نوجوان، ڪانگريس جي آئيني جدوجهد مان مطمئن نه هو. انگريزي هن دهشت انگيزيءَ جو سهارو ورتو. اهو دور جنگ آزاديءَ جي شهيدن جو دور هو. ڀڳت سنگهه ۽ جتيندرا ناٿ داس جو دور هو. هيمون ڪالاڻي به ان دور جي پيداوار هو.

ان دور ۾ مرحوم حسام الدين راشدي ۱۸-۱۹ ورهين جي عمر جو هڪ اميدن ڀريو ڳڀرو نوجوان هو. سچائي، صفائي ۽ دليري جي جيئري جاڳندي تصوير. سندس ڦوهه جواني هئي. هو ۱۹۲۹ع ۾ پنهنجي ڀاءُ علي محمد راشدي جي جاءِ تي محمد ايوب کهڙي جي اخبار سنڌ زميندار جو ايڊيٽر ٿيو، ماهوار پنجاهه رپيا پگهار تي. انهي دور جي تصوير، مرحوم راشدي پنهنجي ڪتاب "هو ڏوليا هو ڏينهن" ۾ اجهو هيئن ٺو چٽي:

"اهوئي دور هو، جڏهن ميرٺ جي سازش وارو مشهور مقدمو هليو ٿي، جنهن ۾ اهين قومي ڪارڪنن سان گڏ، دينا ناٿ سهگل به قاتل هو... هڪ دفعي وائسراءِ جي گاڏي کي تباهه ڪرڻ لاءِ ريلوي لائين تي بم رکيو ويو... بم به ٽي سيڪنڊ پوءِ ڦاٽو، جڏهن وائسراءِ جو گاڏو نڪري اڳتي ٿيو. باقي پويان گاڏا پرزا پرزا ٿي ويا. هلنڊڙ اسيمبليءَ ۾ ڀڳت سنگهه وارن بم اڇلايا. بنگال ۾ پڻ جاين تي گورنرن ۽ پين گورن کي گوليون لڳيون. ڀڳت سنگهه جتيندرا ناٿ داس ۽ دت وغيره بمن جي سازش ۾ گرفتار ٿيا. جتيندرا ناٿ داس جيل ۾ مرڻ برت رکيو. حيلا هلائي ويهي رهيا، ۲۷ ڏينهن بعد هن مري ساهه ڏنو پر برت نه ڀڳائين. جڏهن مٿو تڏهن مولانا ظفر علي خان معرڪي جو هڪ نظم "زميندار" ۾ شايع ڪيو:

بن نهين سکتا صلاح الدين ايوبي اگر،
هند کي حرمت په مرمٹ اور جتندر داس بن!"

سامراج ۽ بيٺڪي نظام پنهنجي عروج تي هو. جت ڪٿ غلام قومن ۾ مليٽنٽ جذبا بيدار ٿيڻ لڳا روس ۾ ڪميونزم ڪامياب ٿي چڪو هو. جرمنيءَ ۾ نازي جراثيم پکڙجي رهيا هئا. نازين کان متاثر هندو ۽ مسلمان مذهبي بنيادن تي خاڪسار، راشٽريه سيوڪ سنگهه، جن سنگهه وغيره جهڙيون نيم فوجي تنظيمون ٺهڻ لڳيون. ڪانگريس ۾ به سڀاش چندر بوس جا حامي وڌڻ لڳا هئا. پرواري ملڪ افغانستان ۾ به امير امان الله خان انگريزن کي سياسي توڙي فوجي شڪست ڏئي پنهنجو ملڪ انگريزي اثر کان آجو ڪرايو هو. ان جو ذڪر ڪندي حسام الدين راشدي لکي ٿو:

"۱۹۱۹ع واري جدوجهد سڀني کي ياد هئي، جنهن ۾ امان الله انگريزن جي اثر ۽ اقتدار کي پنهنجي ملڪ مان هميشه لاءِ ختم ڪري آزاد بادشاهت جو اعلان ڪيو. افغانستان جي ڪوهسارن جو اهو جوان سال ۽ جوان بخت، قبول سيرت و قبول صورت، مالڪ ۽ مختار جڏهن ۱۹۲۵ع ۾ دنيا جي دوري تي نڪتو تڏهن هر ڪنهن ملڪ کيس هٿون هٿ کنيو، دنيا جي اخبارن کيس ايڏي شهرت ڏني... هندستاني اخبارن... ان ڪري به امان الله جي خبرن کي وڏين وڏين سرخين سان اشاعت ٿي ڏني جو کين يقين هو ته ان مان انگريزن کي مرچ لڳندا."

امان الله انگريزن جي اکين ۾ ڪنڊو هو. لينن

پنهنجي ڪتاب ۾ امان الله جي ڪردار کي، انگريز سوشلسٽن جي ڪردار کان وڌيڪ انقلابي ڪردار ڪري مڃيو هو. انگريزن امان الله خان کي ختم ڪرڻ لاءِ سازشن جو ڄار وڇايو. سندس راڻي ثريا جا هٽراڏا نهيل اگهاڙا فوٽو ڇپائي ۾ ورهايا ويا ۽ اهي افواهه ڦهلايا ويا ته امان الله خان ۽ راڻي ثريا شراب پيئن ٿا ۽ غير مردن ۽ عورتن سان ناچ ڪن ٿا ۽ راڻي ثريا اهڙا ڪپڙا پائي ٿي جنهن مان اڌ اگهاڙي ٿي نظر اچي. "هو ڏوٿي هو ڏينهن" ۾ راشدي صاحب ان سازش جي اظهار هيئن ٿو ڪري:

"امان الله جيئن دوري تان موٽيو تيئن يورپ جي ترقيءَ کان متاثر ٿي آيو هو. اچڻ سان هن هڪ طويل ترقياتي پروگرام رٿي ان کي فوري عمل ۾ آڻڻ گهريو. انهيءَ پروگرام ۾ اسڪولن، ڪاليجن، يونيورسٽين، ملٽري اڪيڊمين، لوهه جي ڪارخانن، هوائي جهازن ۽ جنگي سامان ٺاهڻ جي رٿن سان گڏ افغانن جي قديم روايتي معاشري ۾ به تبديليون آڻڻ جون ڪي رٿائون هيون ... سڀئي ملا ۽ خان اٿي کڙا ٿيا. انگريزن جا پئسا پاڻي وانگر وهي رهيا هئا. ملا شور بازار (جيڪو پوءِ پاڪستان جو به حامي ٿيو) جو نالو اسان انهي وقت ٻڌو هو. مطلب ته ڏسندي ڏسندي اهڙو مڻ متو جو افغانستان جي تخت تي بچي سقي جهڙو معمولي ماڻهو قابض ٿي ويو ۽ ملڪ جو اصلي وارث سڌو وڃي اٽليءَ مان نڪتو."

نادر خان بچي سقي کي ڪڍي امير امان الله خان جي تخت جي بحالي جي وعدو ڪري پوءِ انگريز جي مدد سان پاڻ بادشاهه بڻجي ويٺو. راشدي صاحب جي حساس دل تي انهيءَ تاريخي الميي وڏو اثر وڌو هو. هو لکي ٿو:

"انهيءَ واقعي کي ڇهه ست مهينا گذريا ته لاهور جي زميندار اخبار ۾ امان الله خان جو هڪ طويل ۽ دردناڪ خط شايع ٿيو، جيڪو هن روم مان نادرخان ڏانهن لکيو هو ۽ جنهن ۾ نهايت دل ڏکائيندڙ نموني ۾ هن هڪ هڪ ڪري سندس ڪيل واعدن ۽ بدعهدين جي کيس ياد ڏياري هئي. جڏهن زميندار جو اهو پرچو مون وٽ پهتو خوشقسمتيءَ سبب ان وقت نظر علي خان سکر ۾ ڪونه هو، ميدان خالي ڏسي مون جوش ۽ جذبي وچان خط جو ترجمو اهڙيءَ ئي حاشيه آرائيءَ سان شايع ڪري ڇڏيو جهڙيءَ ريت لاهور جي 'زميندار' اخبار ڪيو هو. ٻن ڏينهن بعد معلوم ٿيو ته زميندار جو اهو پرچو ضبط ڪيو ويو ۽ پنجاهه هزار جي ضمانت ضبط ڪري پريس ۽ اخبار کان هڪ لک جي ضمانت گهري وئي."

سنڌ زميندار جي مئنيجر نظر علي خان جي کهڙي حالت ٿي: "هو نماز مان فارغ ٿيو ته ڪليڪٽر جو پٽيوالو ڏٺائين، مونڏي منهن ڪري ڏاڍي دردناڪ لهجي ۾ چيائين: ميان صاحب آخر تون مڙئين ڪونه، انهن ڪرتوتن کان ته بهتر آهي مونکي سيني ۾ دونالي هڻ ... بس! بس! هڪ ئي دفعي جند ڇٽي پوي. هن شريف (کهڙي ڏانهن اشارو) جو به خيال ڪونه ٿو اچئي. جنهن اعتبار رکي سموري موڙي اسان جي حوالي ڪري ڇڏي آهي."

ميرٺ سازش ۾ قيد ٿيل مجاهدن کي سزائون آيون. ڀڳت سنگهه ۽ سندس ساٿين کي ڦاسيون مليون. انگريزن راتو رات ڀڳت سنگهه جو لاش مخفي طرح لاهور جيل مان ڪڍي راويءَ جي ڪنڌيءَ تي ساڙايو. انهيءَ جاءِ تي ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ڪوٺايو ويو. ان وقت ڀڳت سنگهه جي ماءُ پنهنجي پٽ جا سڙيل هڏا کڻي اچي اتي پهتي. جواهر لال نهرو پٽس موتي لال جي جاءِ تي ڪانگريس جو صدر ٿيو هو. جذباتي جوانن ۾ گهڻو تاءُ هو انهن کي اميد هئي ته ڪانگريس جو نئون صدر ضرور ڪو وڏو قدم کڻندو. پر ٿيو ڪجهه به نه. راشدي صاحب لکي ٿو:

"ڪانگريس جو تجربيڪار مهندار ته عظيم مقصدن جي حاصل ڪرڻ واريءَ راهه ۾ ڀڳت سنگهه جي شهادت کي به هڪ منزل سمجهي پاڻ اڳتي ٿي ويو، ليڪن انتهاپسندن ۽ پرجوش نوجوانن جي جذبي ۽ اخلاص کي ڏاڍو صدمو پهتو. جواهرلال (نهرو) .... پنهنجي عيال سميت سڌو موهن جي دڙي تي آيو. جڏهين اتان ٿي موٽيو ان وقت سکر جي اسٽيشن تي مان وڃي ساڻس مليس. سندس گهر واري ۽ شايد سندس نياڻي (مائي اندرا گانڌي) به هئي. منهنجي ڪارڊ پهچڻ تي جڏهين جواهر لال گاڏيءَ مان ٻاهر نڪري آيو انوقت مان ڪانئس ڀڳت سنگهه جي باري ۾ اهي ئي سوال پڇيا، جيڪي هر غير تجربيڪار ۽ جوشيلي جوان جتي ڪٿي ڪانئس پڇيا ٿي..... موٽي اچي اهي سمورا سوال جواب مان سنڌ زميندار ۾ شايع ڪري ڇڏيا. مٿين خبر پڙهڻ بعد نظرعلي خان هن ڏينهن ٻه ڪم ڪيا هڪ ته ابوبڪر ڪمپازيٽر ۽ کيلارام مشين مين تي ڏهه ڏهه رپيا ڏنڊ وڌائين ۽ پوءِ ميرٺ واري (سازش) ڪيس ۾ ڦاٿل قومي ڪارڪن دينا ناٿ سهگل جو نالو جنهن کي جنم ٽيپ ۽ ڪاري

پاڻيءَ جي سزا اهي چڪي هئي، مستقل طرح مون تي رکي ڇڏيائين. ان کان پوءِ مرحوم (نظر علي) هميشه سڏيندو هو ”او دينا نات مهڪل! سيان هي کهڙو ڪلور ڪيو اٿئي... ڪانڌي ارون پيڪٽ کان اڳ هندستان اندر اوچتو انگريزن جي خلاف هڪ طوفان اٿي کڙو ٿيو. هڪ پاهه هئي جا سڄي ملڪ کي وڪوڙي وئي. هڪ زلزلو هو جنهن سڄي ’برٽش ايمپائر آف انڊيا‘ جا پيل پاوا لوڏي ڇڏيا. ريلان ڪيريون، انگريز مٿان هڙتالون ۽ هٽ تاڙون ٿيون، انگريزي ڪپڙا سڙيا، دڪانن تي ڌرڻا ۽ آفيسن اڳيان پڪيٽنگ ڪئي وئي. هڪ طرف انگريز ۽ ان جا چاڙتا، ٻئي طرف سڄو هندوستان ... انگريزن به وس پڄندي ڪين گهٽايو. ڦاسيون ٽنگيون، گوليون هليون، جيل ڀريا، گهر ۽ ڳوٺ سڙيا، ملڪيتون ۽ املاڪون ضبط ٿيون. انهيءَ زماني ۾ صوبو سرحد انگريزن جي ڏاڍاين جو خاص طرح شڪار ٿيو. پشاور جي قصه خواني بازار ۾ لاشن جا ڍير لڳي ويا. رت سيرون ڪري هليو. سرخ پوش، جو جتي سواتي، معتوب. جيل، ماران، ڇهبڪ، ڦٽڪا، ڏنڊا، متڪا، سينن تي برڇيون ۽ آخر ۾ گوليون به مڙسن کاڌيون، هڪ جوان ته قصه خوانيءَ ۾ غالباً ست گوليون ٽري نات ٽريءَ جون سيني تي جهلي زمين تي ڪريو تڏهين، جڏهين پيئي ساهه نڪتس! سرخ پوشن جو جهنڊو جهٽ ڏيئي کانئس ٻئي اچي ورتو، جيڪو پڻ شهيد ٿيو ۽ اهو سلسلو هڪ ٻن کان ٽيهي وهي سون تائين پهتو. خان عبدالغفار خان جي سموري آکهه کي نه ڇڙو جيل ۾ وڌو ويو ۽ سندن ملڪيت ضبط ڪئي وئي، بلڪه سندن ڳوٺ اتمان زئيءَ کي پڻ ساڙي ۽ ٻاري ڇڏيو ويو... لاهور جي اخبارن انهيءَ خبر کي ڏاڍي جوش جاڳائيندڙ نموني ۽ عبارت ۾ شايع ڪيو... جنهن کي پڙهي، هر ڪنهن جي لوءَ ڪاندارجي ٿي وئي. مون کي به نئون جوش هو. رت ۾ حدت ۽ حرارت، تجربن واري سرد مهريءَ جي هوا اڃا ڪانه لڳي هئي. خبر پڙهندي اکين مان پاڻي وهي ويو. خوشقسمتيءَ سبب نظر علي خان لاڙڪاڻي ويل هو جنهن ڪري سندس غيرحاضري جو پورو فائدو وٺي مان به خبر کي جڳمڳائيندڙ آب و تاب سان شايع ڪري ڇڏيو. ڪيترن ڏينهن کان پوءِ دل گهري خبر شايع ڪئي هيم، تنهن ڪري اندر ۾ هڪ سڪون ۽ راحت محسوس ٿي، جن سر تان بار لهي پيو. نظرعلي خان جيئن لاڙڪاڻي مان موٽيو، نيشن کيس پرنٽر ۽ پبلشر جي حيثيت ۾ ڪليڪٽر جي ڪورٽ پهتي. جڏهن اتان موٽيو ته سڙان ڪامان ڪندو آيو، چهري تي جلال، طبيعت ۾ طوفان، اکيون لال، چپن تي خشڪي، منهن ڳاڙهو... ٽوپي هڪ طرف اڇلائين. ڪوٽ ڪرسيءَ تي ڦٽو ڪيائين. پاڻ ٿهه ڪري کٽ تي ڪري پيو. گهڻي دير کان پوءِ واقعو ڪيائين. ’اي ميان صاحب!... ميان حسام الدين شاهه خان! او ظالم اظلم! ٻه وق ڪنيو آ! اهي منهنجي سيني ۾ هڻ؟...“

ايڊيٽري واري ان عرصي ۾ هن ڇا پرايو؟ ان باري ۾ مرحوم لکيو آ:

”جڏهن مان ڳوٺ ڇڏي، ’سنڌ زميندار‘ جو ايڊيٽر ٿي سکر ويو رهيس، جتي مون کي سنڌي نثر لکڻ جو گهڻي ۾ گهڻو تجربو ٿيو... ورنه واهڻ واري زندگي ته اهڙي سنئين ۽ سڌي هئي جو ان ۾ مدوجزر لاءِ نه گوشو هو نه گنجائش.“

مرحوم حسام الدين اسان جي لاءِ هڪ بيش بها ورثو ڇڏي ويو آهي. اسان جو فرض آهي ته ان کي سنڀاليون، ان جي سوجهري تي پاڻ سيڻاڻون ۽ اڳتي وڌون.



مشهور روسي عالم ۽ مورخ پروفيسر گانڪوسڪي سان گڏ

# شيخ اياز

# پٽ ٿو پوري ڪري

## نثري نظم



دنيا جا قبرستان پريا پيا آهن آنهن ماڻهن جي هڏن سان جي چمڪندي جام هئيا، جنهنجو مُٽي ڪان اڳ ڪوئي مٽث نہ هو، جن جي مُٽي ڪان پوءِ ڌرتي آنهيءَ وٽ ڪان وانجهي ٿي لڳي جا جيئن جو جٽس هوندي آهي.

دنيا جا قبرستان پربا پيا آهن اڪيچار هڏن سان۔ هڏا جي ڌرتيءَ جي دُلهن لاءِ شهنايون وانگر وڳا ها، هڏا جن هن جوڙ ۽ جنسار ڪي اڳي ڪان آجرو ڪيو هو.

دنيا جا قبرستان پريا پيا آهن آنهن جي هڏن سان جي هن ڌرتيءَ تي ائين آيا ها جيئن سرتي هنج لهندا آهن يا جيئن چڪور چنڊ جي ٿاندن تي پنهنجا پر ٿا پنل پٽر سيڪيندا آهن.

دنيا جي قبرستانن ۾ پڪڙيل آهن هڏا پُسٽ جي ڏوڏين جي خشخش وانگر؛ انهن هڏن مان ڪڏهن ڪهاڻا ڳاڙها گل آپريا ها جن ماڻهوءَ جي من ۾ مچ مچايا ها.

دنيا جي قبرستانن ۾ فقط هٿ، هوڏ ۽ وڏائي نہ پڪڙي پئي آهي، انهن ۾ پريت، پت ۽ پلائي بہ مٽيءَ ۾ مليل آهي.

دنيا جي قبرستانن ۾ ڪيئن ڳولينديں تہ ڪهڙي هڏي ۾ هٿ، هوڏ ۽ وڏائي هئي ۽ ڪهڙي ۾ پريت، پت ۽ پلائي هئي!

ڏينهن جو سج ۽ رات جو چنڊ انهن هڏن تي سونجهي چُڪو آهي ۽ آنهن جي سڃاڻ نہ پائي سگهيو آهي.

ڪيئن ڳولينديں تہ ڪهڙي هڏي ٽيٽ ڳاتا ها، ڪهڙي چتر چٽيا ها، ڪهڙي مورتيون گهڙيون هيون ۽ ڪهڙو موهن جي دڙي جي نچڻيءَ وانگر هڪ ٽنگ تي نچيو هو!

ڇا دلوراءِ ۽ دولهہ دريا خان جي هڏن ۾ ڪوئي فرق آهي؟

پراڻي ۽ پلاڻي پئي مٽيءَ ۾ ملياميٽ ٿي ويئي ٿيون.

صوفي چون ٿا تہ مٽيءَ تيئن ڪان اڳ ٿي مٽي ٿيڻ، هڏا تيئن ڪان اڳ ۾ ٿي هڏا ٿيڻ ۽ قبرستان ۾ پهچڻ ڪان اڳ قبرستان ۾ پهچي وڃ - پر ائين ڪرڻ سان ڪهڙو فرق پوندو؟

دهريا چئي رهيا آهن تہ اڳتي ڪجهہ بہ نہ آهي، هيءَ جندڙي ٿي سڀ ڪجهہ آهي، آن ڪي ماڻي وٺ، آن ڪي سوڌهن ۾ سرس ڪري پوءِ هڏائيءُ -

۽ چٽر ڪري رهيا آهن دنيا جي قبرستانن ۾ هڏا، چٽر ڪري رهيا آهن ماڻهوءَ جي هر مٽن و رتيءَ تي ۽ سج ۽ چنڊ ڪي آنهن جي چٽر تي چڙ نہ ٿياچي.



سرءُ جي نہ پهري سوڻف جي شراب وانگر مٽيءَ سڳنڌ سان پريل آهي.

نہ پهريءَ ڪان پوءِ سرءُ جو سج ترت نسي لهي ويندو آهي.

مان پنهنجيءَ ڦلواڙيءَ ۾ ويٺو آهيان ۽ هڪ نئين بوٽي لڳائڻ لاءِ سوچي رهيو آهيان.

مون پنهنجا جوين جا ڏينهڙا نوان نوان بوٽا لڳائيندي گذاري ڇڏيا۔ ڪن ۾ سونهن هئي تہ سڳنڌ نہ هئي،

كين ۾ سڳنڌ هئي تہ سونهن نہ هئي ۽ كين ۾
سونهن بہ هئي تہ سڳنڌ بہ هئي .

كن آنهن مان گل پٽي وارن ۾ لڳايا، كن
آنهن مان عطر كڍي پر ٿي رات لڳايو ۽ كن كي
جڏهن آهي گل پيش كيا ويا تڏهن هنن گلن كي
پيرن هيٺيان چيپاٽي ڇيو تہ "انهن جي سڳنڌ اسان
جي مٽي ۾ سور وجهي رهي آهي."

هاڻ مان سوچي رهيو آهيان تہ اهڙو كوئي
ٻوٽو لڳايان جنهن جي گلن ۾ سونهن بہ هجي، سڳنڌ
بہ هجي ۽ جنهن جي سڳنڌ كنهن جي مٽي ۾ سور
بہ نہ وجهي .

پر ڇا اهو ممكن آهي ؟ ڇا مون كي ايترو
وقت آهي ؟

تہ پهري ٿي چكي آهي، سترهہ جو سج ترت ٿي
لهي ويندو ۽ ميندي‌ءَ جي ٻوٽي تي ٻولينڊڙ
كار- كاڇي انڌاري ۾ ماڪ تي ويندو.



تون جو چاهين ٿو
تہ رات كي بہ دل ٽيندي آهي
۽ تون آن جي دك دك ٻڌي سگهندو آهين ،
دور ، جڏهن مٺغاني جو در ٻوٽيو آهي تڏهن آن جي
آهٽ تنهنجن كنن تي ايندي آهي،
دور ، جڏهن جنگ جي ميدان ۾ گهوڙا ڊوڙندا آهن
تڏهن آنهن جا سنب تنهنجي ساهہ ۾ وڃندا آهن،
تون ٻڌندو آهين
هر سُس پس ، هر پڙڪو
هر ڀڙاڪو ،
۽ جڏهن پهاڙ ٻولا ٿي ويندا آهن
تڏهن تون كندو آهين انتظار
ٻونچال جي ڀڙكن جو ؛
تون جو چاهين ٿو
تہ رات كي بہ دل ٽيندي آهي
۽ تون آن جي دك دك ٻڌي سگهندو آهين،
هن انڌيري‌ءَ رات ۾
هن ٻوائتي‌ءَ سانت ۾
جڏهن مون پنهنجا سڀ ساز پيچي ڇڏيا آهن،
ڇا تنهنجا سرلا كن ٻڌي سگهن ٿا
آهي ٻول جي منهنجي آواز جو انتظار كن ٿا،
آهي سُر جي منهنجي ساز كي ڳولن ٿا
۽ سوچن ٿا تہ منهنجون آڳريون كيترو وقت سُن ۾
رهنديون ؟

كير ٿو چوي
تہ ميءَ كيي وئي آهي
۽ ساقيءَ كي
ننڊ اچي وئي آهي؟
مون تہ صدين كان
انهيءَ مٺغاني جي در تي
اڌ رات جو
رند كڙو كڙكائيندي ڏٺا آهن
۽ انهن مان
كوئي بہ
كڏهن بہ
پياسو نہ موٽيو آهي.



اي مكلي! تنهنجين قبرن ۾ كيترن خوابن جا
هڏا ڀكُڙيل آهن ۽ آنهن جي چوڌاري كيترا
اوسام جا كيڙا چُري پُري رهيا آهن!



"اي چنڊ! مان توكي كيئن پڄان؟"
"كارونجهر جي چوٽيءَ تان ڇلانگ لڳاءِ
مان توكي هيٺ چشمي ۾ ملندس."



چاهي ۽ نانگ جي لڙائيءَ ۾ طرفدار نہ ٿي؛ پنهنجو
رستو وٺ ۽ رمندو رهہ . جي تون نانگ جو پاسو
وٺندين تہ هو انت توكي بہ كائيندو ۽ جي چاهي
جو پاسو وٺندين تہ هُو تنهنجي كهڙي كم ايندو
توكي هُن جي سست رفتاريءَ جو ساٿ ڏيڻو پوندو
۽ تنهنجو سفر اڳي كان بہ دشوار ٿي ويندو.



تاريخ جا ڦيٿا پيوچي ويا آهن يا مون كان وڏيك
سفر نہ ٿو يا مان وڏيك سفر كرڻ نہ ٿو چاهيان
چو تہ هر منزل اڳي كان بہ وڏيك اونهيءَ كڏ
۾ كيرائي ٿي؟



جهركي آكيري لاءِ ككك چونڊي رهي آهي.

عقاب نيرگيءَ کي ڇيري ڦاڙي رهيو آهي،
ڪويل ٽاريءَ ٽاريءَ تي ڪوڪي رهي آهي!
جڏهن سڀئي آکيري ۾ موٽي ننڊ ڪندا،
تڏهن پڻ پن جي ڏڙ ڪندڙ دل ۾ فقط ڪويل جي
ڪوڪ رهجي ويندي.



ساوڻ جي سانجهيءَ ۾
مڪلي تي
ڪوئي محقق
ڪا شيءِ جي نيريءَ سر تي ڪجهه پڙهي رهيو آهي.
اوچتو
ڪنوڻ ڪجي ٿي
۽ نيرو آسمان
ڪل ۾ ويڙهجي وڃي ٿو.



هي کهڙي آگ آهي
جا منهنجي ڪنڌ جي ڪوٺلي کي
جلائي، جرڪائي ٿي!
۽ جڏهن اوچتو آن جا آلا
ٽڙڪي، ٽڙي پون ٿا
تڏهن منهنجي سنگيت
چندن جي چرڪندڙ وڻ وانگر
تو ڏانهن پنهنجون انيڪ ٻانهون ٽهلائي ٿي
۽ اهو نه ٿي ڄاڻي
ته تون انهيءَ آگ کان سواءِ ڪجهه نه آهين
جا مون ۾ ٻري رهي آهي،
اجهامي اجهامي
وري وري ٻري رهي آهي.



مرڻو هر ڪنهن کي آهي:
موت ازلي حقيقت آهي
جنهن کان فرار ناممڪن آهي:
هر گل مرجهائجي وڃڻو آهي ۽ ان جي مرڪ
چٽڪ جو چٽاءُ آهي، جا اڏامي اجهامي وڃي ٿي.
نانگ پنهنجي زهر سان ختم ٿي وڃڻو آهي ۽ واڳهه
جي ڏاڙ، ٽوٽ، ٽڪري جهڙي، مون ڪانوَ جي
چهنب ۾ ڏٺي آهي:
موت ازلي حقيقت آهي ۽ مرڻو سڀ ڪنهن کي آهي
پر،
جي تون ٻئي جي زندگي لاءِ پنهنجو موت قبول ڪرين
ته تون زنده جاويد ٿي ويندين.



لنڪن
لينن
جمهوريت
اشتراڪيت
زنده باد
مرده باد
۽ مون کي اهو پوءِ
ته منهنجي ننڍڙي ڌيءَ
جا ٻوڙ ماني کائي رهي آهي
اوچتو
ڪنهن ٻر سان
اڏامي نه وڃي
۽ هن جي جسم جا ٽڪرا
هن جي ٻوڙ جي وٽيءَ ۾ نه اچي ڪرن!

# پن ڇڻ پڇاڙان

(شيخ اياز جي نئين شعري مجموعي تان ورتل
جپاني نظم هيڪوءَ (Haiku) جهڙا ٽه-سٽا)

(١)

کهڙا زهر پياڪ؟
موکيءَ کي وهم وات ۾
مٽائن پنيءَ ماڪ

(٢)

ميان! مان ڄاڻان
ڏيندو ڇا گل مهر سان
پتن ڇڻ پڇاڙان

(٣)

اٿين نه مرندي ڪونج
جيسين پورين روح ۾
آن جي پوري گونج!

(٤)

چٽڪ، چٽڪ چيهي ڪي
سٽيءَ هاٿا پيرڙا
ٽانگر تي نه رکي!



ذات جي ڏيہ جا ٻہ راهي ـ شيخ اياز
۽ پير حسام الدين راشدي

(٥)

تهنجو ڏوهہ نہ ھو
ڇولڙيون ڪاوڙ ۾ رهيون
وجهن ڇنڊ ڪنڊ

(٦)

تو ٻہ سپنون جوڙيون
ھر ھي شفق ـ وات تي
انبلڪيون گهوڙيون!

(٧)

رهجي ويئي پٽ
هيل پيا جو مينهڙا
جهڳيءَ نيري ڇت!

(٨)

اڙي شڪاري!
هن لنهيءَ جي ھوانڙي
وار ڪان نياري

(٩)

تو ڇو نيٽين نيرُ؟
تو من آجرو اڻن ميان
جيئن اميؤ نير

(١٠)

ڪونهي ڇڻ ڪڻ،
اڄ ٻہ سونيون سنگهرون
بادل منجهہ ٻکن

(١١)

سيوهڻ لام سڪان
ھُٺيءَ مٿان ڪيرٿر
ڪٿي ڪيڻ پڇان!

(١٢)

اوه ابا آڪاس!
تو وٽ بادل بانورا
مون ڪي تن ۾ آس

(١٣)

جهانگي جهُوڙ جي جهانگ
سورج مکيءَ سچ ڪان
وٺي ڪيرڻ واڳ

(١٤)

وريدا واهُوندا
هُسيءَ گاڙها گلڙا
پُڇ نہ ڇا هوندا!

وارين لکڻين کان منهن نه موڙي سگهيس، گهڻو پوءِ ساڻس ملڻ جي سڪ به جاڳي پر ڪڏهن اهڙو اتفاق ئي نه ٿيو. هڪ ڀيري تاج بلوچ سان هن جي لکڻين



مشهور سنڌي اديبه ماهتاب محبوب سان گڏ

جي وا کاڻ ڪيم ته تاج پنهنجي ڪمپيوٽرائي انداز ۾ لفظ ئي ڇوڙا ۽ ڳالهايا جيڪي ڪنهن جي هستي ميٽائڻ لاءِ ڪافي هئا- چيائين:

”هن مسڪين کي پڙهڻ ئي ڪونه اچي ته لکڻ وري ڪيئن ايندس.“

”ادا ڪهڙي ٿا ڳالهه ڪريو!“

”الله جو قسم، ٿنهن ڏينهن اخبار به آبتي جهليو ويٺو هو.“

اها حقيقت جاڻي مونکي عجب ولي ويو ته محبوب ڪلندي چيم:

”چوٿا هن ۾ ايمان جي چوڻ تي لڳو.“

ڏسان ته تاج سڄهن ۾ ئي هاسي ڪري ڳالهه لڪائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. هاڻي رهي سمجهيو اٿم ته تاج جيڪي الله جا قسم کڻندو آهي سي سڀ ڪوڙا ۽ ٻچن جا قسم کڻندو آهي سي سڀ سچا، جيڪي وري مان ڪيس کڻڻ ئي ڪونه ڏيان ۽ ان ڳالهه تي سدائين ساڻس جهيڙو ڪريان.

جڏهن راشدي صاحب سان منهنجي ساهڙ سڳورن جو سڳي سيڻپ وارو سڱ ٿيو ته اسانجي ملاقات جو به مورت ڪلي ته ڏهن هتو پيم ته عبدالواحد سنڌي صاحب تي نيمڪرين ڪارڻ وارو الزام تنگ ڏاي سيبان نه پر محض پنهنجي مخصوص مذاح واري انداز ۽ ادا سان کيس چيڙائڻ لاءِ هو، جيئن هو راشدي صاحب کي چوي:

”هنا! زوراور مارائين ٿو.“

پر اها ساحقيقت آهي ته راشدي صاحب ڳالهيون برابر کيس مارائڻ واريون ڪندو آهي جو سدائين کان سندس اها خواهش رهي آهي ته سنڌي صاحب هڪ وار وري آکري ۾ مٿو ڏيئي ننين سٺين سنڌي 'گهر' کري ۽ ليٽ سنڌي ڪپڙا پائي. ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته راشدي برادران چمنڊ ي چام آهن؛ نه آنهن ڪنهن مدرسي اسڪول جو منهن ڏٺو نه ئي ڊگرين جي ڇڪر ۾ وسن جهڙي عمر ڳاري. پر خانگي طور عربي، فارسي، انگريزي ۽ سنڌي ۾ جيڪا تعليم حاصل ڪئي اٿن تنهن سان اعلي ڊگرين وارن جي پڇڻ جي پيٽي ٿامي. وڻن علم جا آهي پنڊار پريل آهن جو سنڌي ادب جا وڏا عالم دانشور ۽ محقق بنجي پيا. سنڌ جي تاريخ سندن علمي ادبي خدمتن سان سٽي پئي آهي.

چمندي چام پنهنجي ڪمزورين يا ڪوتاهين جو اعتراف ڪندي ڪا هيڪ محسوس ڪونه ڪن. پوءِ ڀائو ڪيڏيون ئي ڀاڙون هٿي پاڻ پڏائي ته به ڪنهن جي اک نه پڏندي؛ راشدي صاحب کي پنهنجي ڪمزورين جو اعتراف ڪندي ڪا هيڪ محسوس نه ٿيندي آهي. مونکي سندس اها سچائي نهايت ئي موهيندڙ لڳي جنهن جو اظهارهن پنهنجي ڪتاب ”هو جي وڻ وندر جا“ ۾ ڪيو آهي ته هڪ ادبي محفل ۾ ڀريون پيرو اسٽيج تي شعر پڙهندي کيس ڪيڏي نه ڦڦڙي لڳي، ڪيڏيون نه خشڪيون چڙهيون ڪيئن نه سندس هٿ ڏڪيا دل ڌڙڪي ۽ ٽنگن مان ست ڇڏائجي ويو هئس! ان ڪتاب کي ايڏي ته دلچسپي سان پڙهيم، جو اڪثر ازبر حفظ ٿي ويو. مون کي لڳو ڄڻ هن اهو ڪتاب لکي سنڌي ادب ۾ نين تمڪي ڇڏيا آهن. اڄ اهو



منيلا ۾ پاڪستاني سفارتخاني ۾ ڊنر- وچ ۾ پير علي محمد شاهه راشدي ان وقت فلپائين ۾ سفير. ساڄي پاسي پير حسام الدين راشدي (عينڪ سان) کاٻي پاسي سفيد ڪوٽ ۾ بوپاٽل حسين شاهه راشدي.

راشدي صاحب آهي، جيڪو پنهنجي خاص شاهاڻي انداز سان ٻنهي ڳالهين جي اهڙيون ته بي مثال تقريرون ڪري جو دل پئي گهرندي ته ختم نه ٿين، ڇا جا ڇا جهلڪ، ڇا جا ڇا جون ڏکيون ڪنٽيون. سندس انداز بيان ۾ اهڙي ته جاذبيت ۽ جان آهي جو وڏا ته ٺهيو ننڍي نهي جي نوجوانن جو به دل گهريو دوست بڻجي پيو آهي، جن جا حوصلا ۽ همٿون وڌائڻ جو ڪيس وڏو ڏانءُ آهي. سندس مقبوليت جو عالم اهو آهي جو هڪ ڏينهن لاءِ هوٽل فاران حيدرآباد ۾ ترسندو ته ونس نوجوانن جا جهرمٽ لڳا پيا هوندا، ان وقت راشدي صاحب جي پسنديده فنڪارا راڳ جي راڻي عابده پروين جو ڳايل ڪلام 'جيئن جيئن چنڊ لڳي ڪو تارن ۾....' ذهن تي اڀريو اچي.

راشدي صاحب گيتن جو شيدائي آهي. مون کيس سندس دل گهرين گيتن تي لڙڪ لاڙيندي ته وري جهومندي به ڏٺو آهي. سيد مرتضيٰ ڏاڏاهي جي ڪلامن جو ڪيسٽ جهومي جهومي ٻڌڻ کان پوءِ چوڻ لڳو:

"مرتضيٰ اهل دل وارن جو شاعر آهي. جيڪي اهل دل ناهن مرتضيٰ جي شاعري انهن لاءِ ناهي"

"برابر"، ورائيم. "مرتضيٰ دلين جو ترجمان شاعر آهي؛ سندس شاعريءَ تي ڪنهن به ڌاري زبان جو اثر ناهي جڏهن ته ٻين جي شاعري ۾ ٻين ٻولين جا اثر آهن."

"مرتضيٰ جي شاعري ۾ ٺيٺ سنڌي لفظ ڪم آندل آهن." هن مونسان اتفاق ڪندي چيو.

راشدي صاحب کي قومي يا انقلابي نغمن کان ڏاڍي بيزاري، کاڻندي چوڻ لڳو:

"قوم کي ڪاني سان سجاڳ ڪيو آ ڇا؟ قوم ڪاني سان سجاڳ ٿي پوندي ڇا؟ شاعري قوم يا وطن لاءِ نه صرف دل لاءِ هوندي آهي."

"بلاشڪ بلاشڪ!" ورائيم، پر دل ۾ سنڌي صاحب جو تڪيو ڪلام دهرائيندي چيم: 'هنه! زوراور مارائين ٿو.'

مرتضيٰ جو ڪيسٽ هلندو رهيو جنهن ڪري راشدي صاحب اکيون بند ڪري نهايت گهريءَ سوچ مان پيو ٻڌو.

'هم سريءَ جي هام ڪهڙي، سان ذرو تون ماهتاب....' واريون سٽون ٻڌي هن جي سموري سنجيدگي غائب ٿي وئي؛ شوخيءَ مان مرڪندي چيائين:

"مان تنهنجي ڪتاب جو پيش لفظ لکندس ته انهي جو عنوان رکندس، 'مان ذرو تون ماهتاب' اهسا ته سندس ڪسر نفسي هئي نه ته...

'چه نسبت خاڪ را با عالم پاڪ' بهرحال مون مرڪي ڪٿي مات ڪئي ته هن پڇيو:

"ڪڏهن ڇپندو ڪتاب؟"

"اڪيهن سال." وراڻيم

"ٽيسٽائين ڪير جيئي..." هن بي نيازيءَ سان چيو، هو سدائين پنهنجي باري ۾ اهڙو اظهار ڪندو آهي."

تنهن ڏينهن 'ادبون' ۾ چيمل سنڌس انٽرويو جي پڄاڙي، الائي ڇو هيانءَ هاري ڇڏيو... مون ان دم ڪيس ڪراچي فون ڪيو ۽ چيو:

"ڇو ته ڏيو اهڙا انٽرويو جيڪي اسان ڪان سٺا نه ٿين."

"ڇو بابا، ڇا ٿيو؟ مون ڪي نه ٻڌو ناهي جو ڳالهايو هيو. ڀلا ڪلوڪو آ اهو پڙهو؟"

"تازو پڙهو."

"ڇا لکيل هو ان منجهه؟"

"هڪ سوال جي جواب ۾ اوهان چيو آ: 'منهنجي ذهن ۾ ٻي چار شيون آهن جن تي ٿورو ٿورو ڪم ڪري رهيو آهيان، ان ڪري مڪمل ڪري سگهان يا نه، چئي نٿو سگهان.'"

اهو ٻڌي راشدي صاحب ٿوڪ ڏنو. پهريون پيرو مون ڪي ان ٿوڪن ۾ درد نظر آيو جيڪو سچي خلوص کي محسوس ڪري ٻانڌرادو ظاهر ٿي پوندو آهي، هن ڪي پل سات رهي ڏاڍي قرب سان چيو:

"ڀلا ڏيو خبر اڄڪلهه ڇا پيا لکو؟"

"مون به پنج چار شيون گڏ ڪنيون آهن، پر مڪمل ڪري سگهان سا نه، چئي نٿو سگهان."

منهنجي زباني پنهنجا اکر ٻڌي هن ڪلڊي چيو:

"ڇا ڪهاڻيون لکيون اٿو؟"

"ها، ڪهاڻيون ۽ خاڪا پڻ، سوهان ٿي به لکيو اٿم."

"الائي اسان سان ڪهڙا ڪلور ڪيا هوندو؟" وري به ڪلندي پڇيائين.

"اها خبر ته خاڪو ڇپجڻ ڪان پوءِ ٿي پوندي." وراڻيم.

"پيو ڪهڙو ادبي حال احوال؟"

"حميد سنڌي جي ڪتاب 'ويرون' جي ٻڌرائي ٿيڻي آهي. اوهان ته ڪيس ڇرڪائي ڇڏيو اهي."

"ما ڪنهن ڇرڪي ڏوا ما ڪي نه ڏاڍو ٻيازو آ."

"تازو امريڪا مان گهمي آيو اهي."

"اهو بيوقوف وري ايڏانهن ڇا ڪرڻ



علي رضا شاهه

مرحوم حسام الدين جو ٻولين شظي، حسين شاهه راشدي جو پٽ، علي رضا شاهه ... جو ڇاڪ لو.

ڏيو هو؟" راشدي صاحب جي شوخين واري رڳ ٿڙڪي.

"بس مڙني سير ڪرڻ خاطر ٻڌ پيو پر آمريڪا ڀانءِ نه پيس."

"ڇو ڀلا، ڇا ٿيو ان احمق کي؟"

"آمريڪا مان آندل نوان نسوان شرٽ پينٽ آڏو آيا اٿس جيڪي هر روز پائي گهمندو ٿو وتي ۽ اهڙيءَ طرح وس وارن جي اکين ۾ اڀري ويو آهي."

"... پنو سانهو آ، ڀلا ڪڏهن ٿا ڪراچي اچو؟"

"جيئن ... اچون تيئن توهان ٽي اچو." وراڻيم.

"جي توهان نه آيا ته پوءِ ايندس."

راشدي صاحب ... سارئيون دعائون ڏنيون. ... پرخلوص آواز سنڌي دلجاءِ ٿي، ... دل ۾ هزارين دعائون ڏيندي ... [illegible]

... ٿي ... ته ... نه وٺيس ... سنڌي رهيو آهي جيڪو ... ڪڍي سگهين ... سرڪي پيو ... [illegible]

... هوندو ته دوستن جو ... محمد ابراهيم جويو سنڌس دل



يوسف شاهين جي ڪتاب 'انا الحق' جي مهورت جي تقريب واري موقعي تي ورتل تصوير

ٿورن دوستن مان آهي جيڪو نهايت سباجهو، بردبار ۽ اعليٰ ظرف وارو انسان آهي. اسان جا ڀلا ڀاڳ جو راشدي صاحب معرفت اهڙي انسان جي قربت نصيب ٿي. 'ٽائيمز' فوٽوگرافر نور احمد به سنڌ ئي سٽ جو آهي، جنهن جي ذهانت پري گفتگو جو سليقو ۽ آرٽسٽ انداز مون کي ڇهائين وئي. راشدي صاحب کي فوٽوگرافي سان ڏاڍي دل آهي، هن جي تصنيفن ۾ ڏنل سهڻيون تصويرون گهڻو ڪري سنڌ ئي نڪتل آهن. ڪراچي کان ٻاهر ويندو ته ڪئمرا سان هوندس ئي هوندس. حيدرآباد ۾ وري نور احمد سندس هٿ وٺندو، هن ويجهڙائي ۾ راشدي صاحب جي اهڙي ته شاندار ڪلر ٽرانسپرنسي ڪڍي آهي جنهن مشهور مفڪرن ۽ شاعرن جي 'ڊونشا مارڪا' پوز کي به مات ڏني ڇڏي. پورٽريٽ، راشدي صاحب جي تازي تصنيف 'ڳالهيون ڳوٺ وٺڻ جون' ۾ ڏنل آهي، جيڪو ڪير انهن جي سيني تصويرن مان ڏاڍو وڻيو.

سفر ذهن کي وڏيڪ وسيع ڪندا آهن. هن خوشقسمت انسان تقريباً سڄي دنيا جو سير ڪيو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هن ڪيترا ئي ڪتاب لکيا آهن. ڪاش، دنيا جي سير سفر ڪرڻ جو وجهه سنڌ جي هر تخليقي ذهن کي ملي ... ڪر سنڌي ادب

ترقيءَ جون منزلون طي ڪندي الائي ڪٿي جو ڪٿي وڃي پهچي.

" اندر جنين آج " جي ڪمپليمينٽري ڪاپي راشدي صاحب کي اڳ واٽ تي ڏياري موڪليم، ته جڏهن به ملندو ته چوندو هئم:

" بابا اڃا ڪونه لکيو اٿو ڪتاب، جاڏي ڪري لکو پوءِ ڳالهيون پرائيون ٽيڪنديون ته ڍيندو وسري."

هر جيڪي ڳالهيون دل تي لکجي وڃن سي پلا ... ڪيئن ڀي وسري سگهيون. باقي ائين ضرور آهي ته راشدي صاحب ۽ پير سڄڻ جي همٿائڻ سان اهو ڪتاب جلد لکجي ويو. راشدي صاحب پاڻ ... وڏيل هو، دير سان ٽڪو ماندو اتان موٽيو ... ڪتاب آڻي ڏنم، جيڪو ان ئي رات ... پورو ڪيائين. ٻئي ڏينهن بي حد خوشيءَ سان مبارڪون، شاباسون ۽ دعائون ڏيندي هن منهنجا ... انهن پرخلوص شفقتن تي دل پرجي آيم. اگر ... ته به آڪني به ڪيئن سندس ٿورا مڃان. بهرحال ... سنڌي ... ڪتاب کي جڻ ... جو سرٽيفڪيٽ ... راشدي صاحب کي وڻيو ته معنيٰ جڳ کي وڻيو ... ته وڻيو ته معنيٰ ڪنهن کي نه وڻيو.

ڪتاب جي بڌرائي جي تاريخ تاج بلوچ



کاٻي کان ساڄي: سحر امداد، مرحوم پير حسام الدين، مرحوم ابن انشا، امداد حسيني، غلام رباني آگرو

اڳواٽ ئي سگهارن سان طئي ڪري ڇڏي. راشدي صاحب کي اڻ نسر سببن ڪري ان ڏينهن تي ته اچڻ جو پڪائي اسانکي ڳڻتيون ڏئي ڇڏيون ۽ چيائين

ته ڪا ٻي تاريخ رکو. جنهن تي تاج وراڻيس:

"سائين هاڻ ته ڪارڊ به ورهائجي ويا آهن."

"ته ڇا ٿي پيو." راشدي صاحب بي نيازيءَ مان چيو.

"سائين ٻاهريان مهمان به اچڻ شروع ٿي ويا آهن. آهي هليا ويندا."

"نوڪري وارن کي ته وري اچڻ لاءِ هر هر موڪل نه ملي سگهندي." تاج چيو.

"ڀلي نه ملين. توهانکي جي منهنجي سڪ آهي ته پوءِ جيڪا تاريخ مان چوان اها رکو."

هوڏانهن راشدي صاحب جو ضد ۽ هيڏانهن تاج جي مجبوري. هڪ اڌ ماڻهوءَ کي چيل هجي ها ته ان کي جهلي ڇڏڻ ۾ ڪا ڳالهه نه هئي، پر هت ته راڄن کي رولڙي ۾ وجهڻو ٿيو. لاچار ٿي راشدي صاحب ڪانسواءِ ئي فنڪشن ڪرڻو پيو جنهن جو ارمان هميشه رهندو. ان موقعي تي "هڪ پروفيسر" ڪتاب جي آڌ ولي جيڪي ذاتي ڪسرون ڪيون، تن جي 'هاڪ' جڏهن راشدي صاحب تائين پهتي ته اسانکي چوڻ لڳو.

"ڏٺو ٿي، منهنجو چوڻ نه ڪيو تڏهن آهو سڀ پڌرو پيو، مان هجان ها ته اهڙي مجال ئي نه ٿيئيس ها." هن لفظن ۾ سندس مطلب هو ته "رندن ۾ رڻاڙيانس ها" هر لاشڪ ته ائين ڪري گذري ها جو راشدي برادران لاءِ مشهور آهي ته آهي ڪنهن کي قبر ۾ به ڪونه ڇڏين، 'ننگ جون پاڙون دوزخ ۾' جي چوائي، منهنجو ڪيس ڪيئن نه مٺڪ اچي ها، پر شايد ته پير زور هڻا آن شخص جا، جو حالي ته سمورينهن بيهودگيون ٿيو وڃن. شال نه ڪا ڳالهه راشدي صاحب کي هٿ اچي، آئندي ويهندي آن جي پچار هوندس، گهر ۾ ڪيٽ لوگيدر جو پروگرام رٿيو سين ته چيائين :

" اڳهون هُن کي دعوت تي نه سڏايئه تڏهن ڪتاب جي پڌرائيءَ تي ايڏو گند ڪيائين، مان ڪيس هين ڀيري پاڻ سان وٺيو ايندس."

"اوهانجو پنهنجو گهر آهي، مان اوهانکي نه جهليندس باقي اهو جي آيو ته مان هلي ويندس، پاڻهي پيا منهن ڏجوس."

"ها ها ها!" راشدي صاحب ته ان وقت وڏو ٽهڪ ڏيئي مٿ تي ويو پر اها ڳالهه ڪانئس اها تي وسري. وارّي ڦيري سان پيو چوندو :

"گهرايو نه هُنکي مانيءَ تي، سڀئي ناراضگيون دور ٿي وينديون."

بهرحال راشدي صاحب جي شاندار دعوتن



پنھنجي لائبريءَ ۾

اڳيان اسانجون دعوتون ته ڪنھن ڳڻپ ۾ ئي ناھن. جڏھن به ڪراچي وڃون تڏھن ھو انھن دعوتن سان ضرور نوازي. ڇڙو ڪراچي پھچڻ جي دير ھوندي جيئن ئي ڪيس ڪڙڪ پوندي ته پنھنجي ميڪيلڊي' پرسنل سڪريٽري ۽ ڊرائيور سچوءَ کي، جيڪو ڪلھوڙو عباسي ھڻي ڪري پنھنجو ذات پاتي ٿئي ۽ راشدي گھراڻي تي آئندي ويھندي پنھنجا شاھاڻا شجرا پڌائي ڇڱو رعب رکيو ويٺو آھي، تنھن کي آن دم اسان ڏي نياپو ڪرائيندو ته اڄ مونسان گڏ ماني کائجو، وري تاڪيد به ڪرائيندو ته تاج بلوچ کي آڻڻ نه وسارجو. ھڪ ڀيري تاج نه اچي سگھيو، ھر ھر پڇي:

”تاج ڪي ڇو نه آندو بابا، ان بي ايمان جون ڳالھيون مونکي ڏاڍو وڻن ٿيون.“

تاج مليو ته مون تنھائين ڪيس ڦليون ڏنيون.

”ادا بس ڇا پڌايانو! راشدي صاحب توھانکي ايڏو ته ياد پيو ڪري جڻ اسان ته ڪنھن ليکي ۾ ئي ڪونه ھئاسين.“ راشدي صاحب جي دل ۾ پاڻ لاءِ ايڏي گنجائش ڏسي تاج خوشيءَ مان ڏوڙي ٽٽونر ٿي پيو ۽ وڏا وڏا ٽھڪ ڏيڻ لڳو، جن ٽھڪن جي تعريف ڪري راشدي صاحب 'اڳ ئي نينگر نوٽي ويتر پھس گھنڊڙي' وارو ڪم ڪيو آ. وري پٽائيندو به ائين اٿس جو ھن کي رت رڻاڙڻ واري تاج جھڙي زوراور جو منھن ئي لھي ويندو آھي. تنھن ڏينھن منھنجي ڪتاب ۾ پاڻ سان گڏ تاج جو ذڪر پڙھي تاج جي سامھون ئي چوڻ لڳو:

”بابا اھو ڇا ڪيءِ! ان بدمعاش جو نالو وري مونسان گڏ ڇو لکيءِ؟“

تازو سچل سرمست واري ميلي تي تاج جي شاعريءَ جي حوالي سان راشدي صاحب جي ڪنھن حجت ڀرئي گفتي ڪيس ڏاڍو رنجايو جنھن جو اظھار ھن مونسان ڪيو. ان مھل تاج جي صورت ۾ مرنڪي اھو منصور نظر آيو جنھن پين جي پترن لڳڻ تي دانھن نه ڪئي پر دوست وڻان گل لڳڻ تي تڙڦي آڇيو. مون ڪيس دلداري ڏيندي چيو:

”راشدي صاحب توھان سان چرچو ڪيو ھوندو.“

”نه پيڻ! چرچو نه ھيو. پري مجمعي ۾ منھنجو نظم پڌي چوڻ لڳو: 'تاج وڏو شاعر آ.'

”اھا ته پاڻ ساراھ ڪيائين.“

”نه پيڻ، لوڪ مان چيو ھائين. ھونءَ ته سدائين منھنجن شعرن کي ساراھيندو آھي، تنھن ڏينھن 'وڏو شاعر' چوڻ جو پلا ڪھڙو ضرور ھئس؟“ تاج نھايت سنجيدگيءَ سان چيو نه ته اھڙين ننڍين ننڍين ڳالھين کي ھو ليکيندو ئي ناھي. خير ڳالھه آئي وئي. ڪافي ڏينھن بعد اوچتو 'ھلال' ۾ تاج جي قطعا 'آئينو' تي نظر پئي؛ جنھن جڻ سندس ڏکويل دل جي ترجماني پي ڪئي:

'ڏسي پنھنجي حالت ٿا کھرا پٿو،
ڏسو منھنجو باطن ته پوءِ ڇا ڪريو،
قلم ڪار آھيان، نه سيد نه پير،
شھيدن سان يارو نه چرچا ڪريو.'

مون آن دم سھي ڪيو ته اھو اشارو ڪنھن ڏانھن آھي. جڏھن راشدي صاحب، جويو صاحب سان گڏ جي گھر تي آيو ته مون سائس تاج واري حقيقت ڪئي. حسب عادت مرڪي مرڪي ساري ڪٿا پڌندو رھيو. پر ان مرڪ ۾ تاج جي دل آزاري وارو ڏک به جھلڪندو نظر پي آيو. پوءِ به پنھنجو مخصوص انداز قائم رکندي چوڻ لڳو:

”وڏو بي ايمان آ تاج، منھنجون ڳالھيون ٿو دل ۾ ڪري! ڪيس خبر ناھي ته ھو مونکي ڪيڏو پيارو آھي.“ راشدي صاحب دل جي گھراين مان چيو.

”تاج ھڪ شعر جوڙيو آھي، لڳي ٿو اشارو اوھان ڏي آھي.“

”ڪٿي آ اھو شعر!“ پڇيائين. مون اھو



کاٻي کان ساڄي ويٺل: محمد ابراهيم جويو، رئيس ڪريم بخش نظاماڻي، ماهتاب محبوب، حسام الدين راشدي، غلام رباني. بيٺل: (کاٻي کان) خان محمد پنهور، محبوب شيخ

ٻڪ کي ڪنهي وچي يا سيڪريٽري ٿيو؛ ’ڏتڙلين
جو ڏاتار‘ بڻجي اچي ڪيس ڪنهن مهمان جي آمد جو

اطلاع ڏي. راشدي صاحب جيڪو اڳ ئي اهڙي
وجهه لاءِ پيو واجهائيندو، تنهن جي جڻ الله پڌندو
آهي سو وٺي ڪڙين تي زور رکندو. بهرحال راشدي
صاحب جي دوستن کي اجايو ڪا تشويش ٿيڻ جي
ڪائي ضرورت ناهي ڇو ته ماڻهن ڪاوڙجي ڇپ
پيڙي نه ويهي رهن. منهنجو اشارو بنهه آنهن ڏي
ناهي ڇو ته راشدي صاحب پنهنجن دوستن کي دل و
جان سان پيائيندو آهي، سان ته آنهن جي ٿي ڳالهه
ڪريان جيڪي ’جتي‘ سوڊو جهول، ۾ اچو پتونس.

راشدي صاحب جي طبيعت اوري ناساز ٿي پئي
آهي ڪيس فوري طور لنڊن وٺي انهن جا سانباها ٿيڻ
لڳا. اسين سائس ملڻ وياسين ته هو هميشه جيان شاندار
پوشاڪ پهري پنهنجي اثر فريشر جهي خوشبوءِ سان
مهڪندڙ لائبريري ۾ ويٺل نظر آيو. وڏي حب سان
’آئي مليو. الاهي ڪيئن ايڏا سارا لڙڪ منهنجي اکين
۾ ڀرجي آيا جن جڻ هن بهادر انسان کي سلامي
ٿي ڏني.

”ڪيئن آهيو بابا؟“ هٿي ڪرسي ته تي ويهندي
پيارن سان پڇيو. محبوب سائس مخاطب ليو، تيتر مون
لڙڪن جي ڏنڌ کي دور ڪري ورتو ۽ ڪا دير

ماٺ ۾ ڪيس ڏسندي رهيس. آهائي مرڪ چپن تي؛
آهي ئي نيارا انداز. ڳالهين دوران رکي رکي سنگتين
سائين جا فون به ٿي آيس جيڪي لاشڪ ته سنڌس
ناچاڪيءَ جو پڌي سخت پريشان هئا.

”بابا ڇا پيا لکو اڄڪلهه؟“ مونکي ماٺ ڏسي
پڇيائين.

”ڪهاڻيءَ کي وارو وٺايو اٿم جيڪا سال جي
ڪونا پوري ٿئي.“ ورائيم.

راشدي صاحب ان ڪهاڻيءَ جو پلاٽ ٻڌڻ جي
خواهش ظاهر ڪئي، جو مون کيس ٻڌايو. جيڪا بهه
’لئون نيابو‘ ۽ بنا شروعات ۽ بنا پڄاڻي جي ’لاهوڪي‘
انداز ۾ شايع ٿي.

بيماريءَ جون سموريون تڪليفون هن جنهن
جگر سان سٺيون آهن سا جهڙي تهڙي جي وس جي
ڳالهه ناهي؛ پر لڳاتار پوڻ به ٽڪائيندڙ عمل آهي
جنهن جو کيس احساس آهي، ان هوندي به شجاعت ۽
جرئت جا ڏيا اڄ به هن جي اکين ۾ روشن آهن.
بيماريءَ جي باري ۾ هو ڪجهه نه سوچيندو آهي،
هن ڪڏهن به ان لاءِ نه سوچيو آهي.

تنهن شام ڪافي دير ڪچهريون ڪيون سين
پر هن پيري راشدي صاحب جي شوخ ۽ چست گفتن
جي پڻيان ڪنهن مهل اداسيءَ جي اولڙن پي

ليئو ٻاتو. ڪاش! مان اهي اولڙا دور ڪري سگهان... پر منهنجي ڇا مجال: مان اهڙي اڪابر ڪلهن ڪان ٿيس جو ان ذهانت جي مجسمه کي حوصلي رکڻ جون ويهي هدايتون ڪريان... حوصلا ته هن ۾ ا ڳ ئي آهن ! پر جتي تز بن جون گهرايون هجن، عقيدتن جون انتهائون هجن آتي محض رسمي ڳالهيون ته مان به ڪونه ڪري ڇاڻان، پوءِ به چاهيم پي ته دل جي گهرائين مان نڪتل ڪي سٺا لفظ هن تائين پهچايان، پر اهڙا ڪي لفظ ئي نه ٿي سجهيا... مونکان ته سڀ ڪجهه وسري ويو ۽ الائي ڇا جو ڇا ڳالهائي ويس! هو مرڪيو، مرڪ ۾ هن جي شوخي شامل هئي جيڪا شايد ته منهنجي تسلين ۽ دلدارين جا ليڪو پڌي موٽي آئي. اسانجون دعائون آهن ته شال سندس اهي شوخ مرڪون سدائين قائم هجن ۽ هو جلدي صحت ياب ٿي اچي دوستن کي قربن ڀريون ست سريون پڙهائي محفلون مچائي ۽ جلال چانڊئي جي ڪيسٽ سان گڏ ادبي جلال چانڊين تي به تبصرو ڪري.

★★



# مَڌ موکي مَتارا

آغا سليم

## بيت

هئي هئي هي انياءُ، موکي! تنهنجي هٽ،
ڪن وٽ مڌ آ اڻميو، ڪن جو سڪي ساهه،

آهيو، سڄيو، ڏاهيل، ماڻهو ماڻهوءَ ياءُ،
آءُ ته ڪيون ڪو نياءُ، مڌ ورهايون ماڻهين.

—

مڌ ورهايون ماڻهين، سڀ ڪنهن لهي آڃ،
ڪن وٽ مڌ آ اڻ ميو، ڪن وٽ رڳي رڃ،
هيءَ جنڊڙي جي سيج، جرڪي پوي جام سان.

—

آءُ ته ڏويون مڌ سان، اونداهي اٿاهه،
ايري پنهنجي جام مان، روشن چوڏهينءَ ماهه،
جنڊڙيءَ جو هر گهاءُ، جرڪي پوي جام سان.

—

موکي تنهنجي مڌ سان، هينئڙي لاهيون هول،
ڪيئن ٿا ڏس وڪامجن، ماڻهوئڙا انمول،
پيالها خالي جهول، پريون سونهن ۽ موهه سان.

—

مڌ سان ڌويون ڏک، دردمنديءَ هردل تان،
ميخاني ڏانهن جا ڪجي، واڪاٽيون سا وڪ،
هينئڙي سرجن سُک، ٽارئين گل ٽڙي پون.

—

ڏلڙي جڻ ڪا ڪونج، چٽ ۾ رولا روهه جا،
هي جا جڳ مڳ جنڊڙي، ڪنهن ڦيڪون جي ڪونج،
ڏک ڏولاوا مونجهه، لاهيون ساري لوڪ تان.

—

هي جي ماڻهن هينئڙا، جهڙا پڪل ٿانوَ،
موکي! تنهنجي مڌ سان، ڀڪاريون ڪي هانوَ،
جڳ مڳ جرڪن نانوَ، چوڌر چنڊ ڪڙي پون.

—

موکي! مڌ تہ آڻ، آهيا تو در آئيا،
تنهنجو جوڀن جڻ تپ آ، مڌ مليل ڇانداڻ،
جيئڻ جا اهڃاڻ، سُرڪ، مڌ ۽ موهه آ.

—

موکي! کول تون مٽ، آهيا تو در آئيا،
آڃ مثل انسان تي، هي جي آپ نکٽ،
ڪڙيون پڌن ڦٽ، اوت ڪو مڌ آهن تي.

—

مڌ پيالو هٽ ۾، آئيان وينو خواب،
اونداهيءَ ۾ جرڪندا، سهنا جڻ مهتاب،
ٻاڙها ڪونج گلاب، ڪڙندا ٽڙندا ٽارئين.

—

مڌ پيالو هٽ ۾، سهنا آئيان مون،
تون ٿي منهنجي نند آن، منهنو ساهيان تون،
جرڪ پوندي پون، سپني ساپيان سونهن سان.

—

جيئن سو تارو صبح جو، موکي تنهنجو نانءُ
موکي تنهنجي مرڪ سان، جرڪيو هيسيل هانءُ،
ڳايان آڌيءَ آئون، گيت ڪي آڌر ڀاءَ جا.

موڪي! تنهنجي مڌ ۾ آ ڪاريهر جو ڏنگ
برهه پانڌيڙن جـــو ٿـو چـوڏر ٻري چنگ،
اونده، آڌيءَ رات جـــو ڏس آبو ڪو اڙنگ،
منهن تي ماڪ ڦڙا ۽ مڌ ۾ رنگو جهڙن جو رنگ،
موڪي، مڌ ۽ مينگهه ملهار، جندڙي سر سارنگ،
نيوسانينز ۾ شهر لوجرڪي، تهذيب جو جهنگ.

—

مڌ ۾ جرڪن مونهنڙا، جيئن سي جوڏهينءَ چنڊ
مڌ ۾ ٿــي محلول ٿيا، منهنجا سپنا ننڊ،
هينئڙي ۾ هڪار ٿي، سين سندم سر ڪنڊ،
سنڌجي ويڙا سنڌ، موٽي تنهنجي مـــڌ سان.

—

وڃ ۾ مٽيون مڌ جون، چوڏر ســــانهن سيڙ،
مـــڌ پيالا هــٿ ۾، ڪيپ ۾ ٿانئــن ٽيڙ،
اندر جـــن آڏيــڙ، گهٽن ۾ گهٽڪن پيا.

—

مڌ ۽ مچيل مچ جو، منهن تي عجب اهاءُ
ڏيئا ٽمڪيا ڏين ۾، جرڪي جيءَ اونداهه،
سهٽي من منسار جو، ڪوٺي انت نه ٿاهه،

پنهنجا ساهه پساهه، اڄ ته اجاري وٺـــو ن.

—

مڌ ۾ ٽڙيا سونهنڙا، جهڙا ڏاڙهونءَ گل،
ولا اڄ وجود تي، سينهن ڦڙن جيئن پل،
اچو، پيئو، پياڪو؟ نه ڪا جهان نه پل،
اونـــداها اجـــل! نـــور نسوا رو جندڙي.

—

موڪيءَ چوڙيا وار، ڪارا ڏ ڪڪر ڪيس،
جهڙ سي اکيون آئيا، جـــز جا لعل لبيس،
دردوندن جا ديس! وسنديون پوندون برهه جون.

—

هي جـــي چوليءَ انگڙا! جوڙا چڳا ٻاڪ،
ولي اڄ وجود تي، پيچ پٽيءَ جـــو ماڪ،
لٽي پيڙي ٻاڪ! لٽي اونده، لـــوڏ تان.

—

وٺي ٻري مڌ جي، اڇ ســـلايم آڪاس،
جرڪي رات اوماس، تارا چنڊا مڌ جا.

—

وٺي ٻري مـــڌ جي، اڇلايم چوڏار،
ڳاڙها ڳونچ ڦٽي پيا، مٿان مينديءَ ڏار،
هنڌ هنڌ ڦم ۽ هڪار، آئي بوءِ بسنت جي.

—

جن سان سرجي سونهن، هٿ سي سرجڻهار،
پورهيو پورهيا پانئيان، پورهيت پالڻهار،
جوڙيانون جنسار، پورهئي پگهر پيار سان.

—

ماڪ ملائي مڌ ۾، پيئين پرهه پياڪ،
ڳاڙها ڳل ۾ پانئيون، هي جي هينئڙي چاڪ،
لوٽ ته ٽمندي ٻاڪ، اونداهي آڪاس ۾.



ڪيڏا ميگهه ملهار، موڪي تنهنجي مڌ ۾!
مٿي مٿان مڌ جي، جهڪيل مينديءَ ڏار
موڪي تنهنجي مڌ ۾!

هي جي تنهنجا انگڙا، ڳاڙها گيپ بهار
موڪي تنهنجي مڌ ۾!

وهي اڄ وجود ۾، ٽوڪڙ وڪن تار
موڪي تنهنجي مڌ ۾!

هينئڙي ته ٽم ڏيئڙا، تن ۾ گهنڊيءَ لار
موڪي تنهنجي مڌ ۾!

**PHILIPS**



# PHILIPS BLACK & WHITE FAMILY

## ADDS PLEASURE TO YOUR LEISURE



20"(51 cm.)PORTABLE WITH ANTENNA
20TPA572



20" (51 cm.)PORTABLE
20TPA572



24" (61 cm.) TABLE
24TPA571



20" (51 cm.)TABLE – 3 SPEAKERS
20TPA571



20" (51 cm.)SUPER CONSOLE
20TPA573



20" (51 cm.)DELUXE
20TPA575



24" (61 cm.)CONSOLE
24TPA573



24" (61 cm.)DELUXE
24TPA575

With Philips wide range of Black & White TV sets you not only enjoy a sharp picture and clear sound but a world full of sheer pleasure and entertainment. Simple to tune and operate, and with a "quick start" picture tube. Each TV set represents Philips world-leading technology, quality and reliability. Philips Black & White televisions are available in a variety of different models.

**GUARANTEE AND AFTER SALES SERVICE:**

Each Philips television is backed by a genuine guarantee, and Philips service division with its highly trained technicians provides expert after sales service.

**PHILIPS HAVE A TELEVISION FOR EVERY HOME**

PH.S.81.BW.ADP RILINTAS



... نورالدين سرڪيءَ کان انٽرويو وٺندي رهيو آهي

انٽرويو

# نُورالدين سَرڪِيُ

عبدالرحمان پليجو

برسات: سرڪي صاحب، ڀريائين پنهنجن مٽن مائٽن ۽ ڪٽنب راڄ جي ڳالهه ڪريو.

سرڪي: منهنجو ڏاڏو ٿل (جيڪب آباد) جي سرڪين مان هو. هو ڀرائپ جو هڪ اڻ پڙهيل ماڻهو هو. ٿل جو پاسو ڇڏي اچي شڪارپور ۾ رهيو. اتي منهنجو پيءُ سنڌي فائنل پاس ڪري ڪلارڪ ٿيو ۽ منشي ڪمال الدين سڏبو هو. کيس لکڻ پڙهڻ ۽ راڳ ۽ ساز جو گهڻو شوق هو. هارمونيم سٺي وڄائيندو هو. پوءِ مولوي عبدالڪريم چشتيءَ جي صحبت ۾ خلافت تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين. هندستاني مسلمانن خلافت تحريڪ جي اثر هيٺ هندستان ڇڏي ڪنهن ٻئي اسلامي ملڪ ۾ هجرت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ريل گاڏيون ڀري وڃي افغانستان مان نڪتا هئا. بابو به نوڪري ڇڏي زندگيءَ جي سموري ميڙي چونڊي، پنهنجي ان اڻپڙهيل پوڙهيت ڀائرن جي حوالي ڪري ڪابل هليو ويو. اتان جڏهن موٽيو ته وري انگريز سرڪار جي نوڪري نه ڪيائين.

برسات: پنهنجي ننڍپڻ ۾ ابتدائي تعليم ۽ مطالع وارن ڏينهن جون ڪي يادگيريون ٻڌايو.

سرڪي: ١٩٣٤ع ۾ بابو وفات ڪري ويو، ان وقت آئون ڀريون درجو سنڌي پڙهندو هئس. انگريزي تعليم مون نيوايرا اسڪول ۾ ورتي. اتي ڪيئل داس فاني مشهور سنڌي شاعر منهنجو استاد هو. ان کان مان ڏاڍو متاثر ٿيس. اسان جي نصاب ۾ ٽالسٽاءِ جو آکاڻيون رکيل هيون. فانيءَ مونکي انساني دوستي ۽ هڪجهڙائيءَ جا اصول سيکاريا. شاعريءَ جو علم عروض سيکاريو. ادبي مطالع جو شوق پيدا ڪيو. مون کي اڄ به فانيءَ جا ذيل مثال ياد آهن: "هڪ ماڻهو ڏهن ڪمرن ۾ رهي ٿو ته ڏهه ماڻهو هڪ ڪمري ۾ رهن ٿا. هڪ ماڻهوءَ کي اوڍڻ لاءِ سئو وڳا آهن ته سئو ماڻهن کي هڪ وڳو به ناهي."

شڪارپور ۾ جماڻي هال ۽ ڪرشنا لئبررين ۾ آئون گهڻو ڪري روزانو ويندو هئس. اتي سڄي هندستان جون اخبارون ۽ رسالا هوندا هئا. بولچند راجپال

جو ماهوار سنڌو رسالو خاص ڪري پڙهندو هئس ۽ پيو چيتمل پرسرام جو روح رهاڻ رسالو. انهن ۾ عبدالڪريم گدائي، حيدر بخش جتوئي، برڪت علي آزاد، هري دلگير، گوبند مالهي ۽ لطف الله بدوي (جيڪو ان وقت بدويءَ بدران پاڻ کي جوڳي سڏائيندو هو) لکندا هئا. ڪرشنا لئبرريءَ ۾ نائيٽ ڪلاسن ۾ مون کي پڙهائيندڙ سوشلسٽ خيالن جو هڪ مزدور ڪارڪن غلام محمد نالي هو جنهن کي "بابا" سڏيندا هئا. هو پنجابي هو. علامه اقبال جو سڄو ڪلام ذري گهٽ بر زبان ياد هئس. ان جي صحبت ۾ مون 'قومي جنگ' اخبار ۽ اقباليات جي مطالعي ۾ دلچسپي ورتي.

برسات: توهان مئٽرڪ پاس ڪئي ان وقت ۽ ان کانپوءِ توهان ڪهڙن نظرين کان متاثر هئا. منهنجو مطلب آهي ڪهڙي ذهنيت رکندا هئا.

سرڪي: آئون ان وقت مسلم ليگي خيالن جو هئس. ۽ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سرگرم ڪارڪن هئس، ١٩٤٦ع ۾ ان جو جنرل سيڪريٽري ٿيس. شيخ اياز سان به منهنجي پهرين ملاقات شڪارپور ۾ ١٩٤٥ع ۾ ٿي هئي. ان وقت ۾ آئون مئٽرڪ پاس ڪري ڪاليج ۾ داخل ٿيو هئس ۽ هو ڊي. جي ڪاليج ڪراچيءَ ۾ پڙهندو هو ۽ شيخ مبارڪ علي اياز سڏبو هو. شڪارپور ۽ ڪراچيءَ ۾ ڀيڻن ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺندو هو. سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ روانيءَ سان علمي ادبي معيار جون تقريرون ڪندو هو. هو اقبال کان گهڻو متاثر هو. شاعري به شروع ڪئي هئائين. سندس شعر ماهوار سنڌو ۽ ڊي جي ڪاليج مسيلنيءَ ۾ ڇپبا هئا.

برسات: سنڌي ادب جي ترقيءَ لاءِ ڪهڙا اپاءَ وٺي سگهجن ٿا. ان ڏس ۾ توهان وٽ ڪي رٿون آهن؟

سرڪي: ادب جي ترقيءَ لاءِ اديب جو مالي پريشانين کان آجو هجڻ ضروري آهي. اسان وٽ جيستائين باقاعدي ۽ ڪُل وقتي (پروفيشنل) ڪم ڪندڙ ليکڪ پيدا نه ٿيندا تيستائين نه ادب پيدا ٿيندو نه ان کي عام ڪري سگهبو. اها ٻي ڳالهه آهي ته بکن ڏکن ۽ جلاوطنين ۾ به اديبن عظيم ادب پيدا ڪيو آهي.

برسات: توهان جي انهن ڳالهين ۾ ڪافي تضاد آهي. مونجهارو آهي.

سرڪي: ليڪ آهي پر عظيم اديب لاءِ اهو ضروري ناهي ته هرو ڀرو هو ڏکيو ٿڪيو رهي ۽ قائل ڪپڙا پائي رستن تي آوارو هلي ادب تخليق ڪري.

برسات: سنڌي ادب جي ترقيءَ لاءِ ڪهڙا اپاءَ وٺجن؟ ان لاءِ ڪي رٿون....

سرڪي: هـا. سنڌي ادب جي ترقيءَ لاءِ ڪي سهڪاري سوسائٽيون يا ڇپائيءَ جا ادارا قائم ڪجن. جيئن هر اديب ۽ شاعر لاءِ اهو ضروري نه هجي ته ادب جي تخليق به پاڻ ڪري ۽ ان کي عوام تائين پهچائڻ لاءِ ڇپائيءَ جو بار به مٿس هجي. هر اديب ۽ شاعر کي سندس تخليق جو مناسب معاوضو ملڻ کپي، جيئن گهٽ ۾ گهٽ سندس بنيادي ضرورتون پوريون ٿين. آزاد ۽ سڌريل ملڪن ۾ اديبن وٽ پنهنجون لائبريريون هونديون آهن. ڪارڪن هوندا آهن، سيڪريٽري هوندا آهن. سموريون سهوليتون آهن. روسي اديب شولو خوف وٽ ته پنهنجو هوائي جهاز به آهي.

برسات: اهي سهڪاري ادارا ڪيئن قائم ٿين ۽ ڪير ڪري؟

سرڪي: اهو ڪم اديبن ۽ ادب دوست سرنديءَ وارن ماڻهن جي گڏيل ڪوشش سان ٿي سگهي ٿو.

برسات: سنڌي ادب ۽ سنڌي صحافت ۾ توهان ڪيترو حصو ورتو آهي؟

سرڪي: ١٩٥٠ع ۾ ترقي پسند ساٿين جي رٿ ۽ سهڪار سان اسان ڪراچيءَ مان هفتيوار صداقت جاري ڪئي. آئون ان جو انچارج هئس. سنڌ جا هندو ترقي پسند ساٿي تحريڪ جي نالي ۾ مخصوص ڪيل پريس ۽ جاءِ وغيره وٺي ان جا پئسا نقد جي صورت ۾ ڇڏي ويا هئا. جن مان اها اخبار ڪڍيسين. قادر بخش نظاماڻي ايڊيٽر ۽ رسول بخش پليجو اسسٽنٽ ايڊيٽر طور ان ۾ ڪم ڪندا هئا.

برسات: صداقت ڪيترو وقت هلائي سگهيا؟ ان جو سنڌي ادب ۾ ڪهڙو ڪردار هو؟

سرڪي: صداقت اخبار، سنڌ ۾ سياسي شعور ۽ ترقي پسند ادب جي پيڙهه جو پٿر هئي. جنهن کي اڳتي هلي سنڌي ادبي سنگتن وڌيڪ ترقي وٺائي. صداقت اخبار اٽڪل ١٠-١٢ مهينا ڪن باقاعدگيءَ سان نڪتي. صداقت ۾ ترقي پسند ادب کانسواءِ ايٽم بم ۽ جنگ جي خلاف زوردار نمولي امن جي بين الاقوامي اپيل تي صحيحن جي مهم ۾ تمام گهڻن

ماڻهن حصو ورتو. اديبن مان محمد ابراهيم جويو
ع.ق شيخ، رسول بخش پليجو، جمال ابڙو ، ابن حيات
پنهور ۽ ڪيترائي ٻيا ان ۾ لکندا هئا. جمال ابڙي
جون پهريون ۽ بهترين ڪهاڻيون "پيراني" ۽ "خميسي جو
ڪوٽ" صداقت ۾ ئي ڇپيون. شيخ اياز جي شاعريءَ
تي پهريون ڀيرو ڀرپور نموني تبصرا صداقت ۾ ئي لکيا
ويا. جيڪي رسول بخش پليجي لکيا هئا. ان کان سواءِ
ڪراچي جي اڪيلي اخبار روزانه نئين سنڌ، هفتيوار صبح
سنڌ نوابشاهه، ٽماهي مهراڻ ۽ ماهوار سوجهرو ۾ به
آئون لکندو هئس.

برسات: ورهاڱي کان پوءِ اڄ تائين سنڌي ادب
ڪهڙن دورن مان لنگهيو آهي. توهان جي راءِ؟

سرڪي: ورهاڱي جي دور کان ١٩٥٥-١٩٥٦
واري دور تائين سنڌي ادب جا مکيه موضوع طبقاتي
ڪشمڪش ۽ ظالم سماج هئا. ون يونٽ قائم ٿيڻ کان
پوءِ هڪ ٻيو دور شروع ٿيو جنهن ۾ سنڌي قوميت،
سنڌي ٻولي ۽ ڪلچر جو بچاءُ خاص موضوع بڻجي ويا.
عالمي برادري ۽ غير طبقاتي جدوجهد جا نظريا ڪجهه
ماٺا ٿي ويا. سنڌي ادب جو سمورو زور قوم پرستيءَ
تي مبني رهيو.

ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ سنڌي ادب انتشار جو
شڪار ٿيو. سنڌين وٽ اجتماعي مقصديت نه رهي ۽
انفرادي ڪوششون جاري ٿيون. جنس ۽ فراريت سنڌي
ادب ۾ جاءِ ورتي.

برسات: هاڻوڪي هلندڙ دور جي سنڌي ادب
لاءِ ڇا ٿا چئو؟

سرڪي: تعليم سان گڏ مطالعو به وڌيو آهي.
افساني ۽ شاعري ۾ نوان نوان تجربا ٿيا آهن. ١٩٨١ جو
ساهت سال ملهايو ويو اها سٺي ۽ خوشيءَ جهڙي ڳالهه
آهي. سنڌي ادبي سنگتون به سال ٻن کان وري
سرگرم ٿيون آهن. اسان هڪ دفعو وري ترقي پسند
مقصدي ادب ڏانهن وڃون پيا. سيڪيولر ازم، انسان
دوستيءَ ۽ انسان پرستيءَ جا خيال وري به زور وٺي
رهيا آهن. ڏهن ٻارهن سالن ۾ ملڪ ۾ جيڪي وهيو
واپريو آهي، جيڪي لاهيون چاڙهيون ڏٺيون آهن، ان
کان سنڌي اديب گهڻو ڪجهه پرايو آهي. اديب
متاثر ٿئي ٿو عوامي تحريڪن کان ۽ عوامي تحريڪن
کي پاڻ به متاثر ڪري ٿو. جيستائين عوامي
تحريڪون ناهن ته اديب وٽ فقط غم جانان آهي ۽
تحريڪن وڌڻ کان پوءِ ان وٽ غم جانان سان گڏ
غم دوران يعني سڄي جهان جو غم به پيدا ٿي وڃي

ٿو. انهي تي مون کي پنهنجو هڪ شعر ٿو ياد اچي.

پنهنجو غم پيارن جو غم يا عام جي اهنجن جو غم
غم مڙوئي غم جو ٿيو، غم کي مٽائيندا هلو،
ساٿيو آواز ڏيو، آهيو ڪٿي، ويجها اچو،
گڏ ٿيو ڪا ڳالهه ڪيو، ڪو پهه پچائيندا هلو،
ڪين گهرجي ٿي اسان کي هيءَ اڌاري ڪائنات،
ان پنهنجو زمين پنهنجي بنائيندا هلو.
انقلابي راهه تي اڳتي قدم هلندو هلي ....

(کلندي چوي ٿو) "باقي وسري ويو"

برسات: جديد بين الاقوامي معياري ادب جي
مقابلي ۾ توهان کي هاڻوڪي دور جي سنڌي شاعري
۽ ادب ڪيئن ٿو لڳي؟

سرڪي: اسان وٽ ڇپائيءَ ۽ دنيا جي اڳيان
پاڻ کي پيش ڪرڻ جا وسيلا ناهن نه ته اسان جو
ادب بين الاقوامي معيار جهڙو آهي. هن وقت سڄي
پاڪستان ۾ اردو سميت سڀني ٻين ٻولين ۾ جيڪو
ادب لکجي ٿو، ڇپجي ٿو، ان ۾ سنڌي ادب وڌيڪ
جاندار مقصدي ۽ عوامي امنگن جو نمائنده ادب آهي
۽ ان جو مستقبل شاندار آهي.

برسات: توهان جي نظر ۾ شاهه لطيف کان
پوءِ هن وقت جو سڀني کان وڏو سنڌي شاعر
ڪهڙو آهي؟

سرڪي: زنده سنڌي شاعرن ۾ شيخ اياز ۽ ٻيا
به مون کي وڻندا آهن: تنوير، شمشير، نراڻ شيام
فتاح ملڪ نياز همايوني، گدائي، استاد بخاري، بردو،
امداد، تاج بلوچ، ۽ محمد خان مجيدي.

برسات: وڏي ۾ وڏو سنڌي اديب؟

سرڪي: وڏو سنڌي اديب مرحوم محمد عثمان
ڏيپلائي هو. محمدابراهيم جويو به منهنجي نظر ۾
وڏو اديب آهي، پر الائي ڇو ترجمن ۾ ڦاسي پيو آهي.
هڪ سٺي ۽ عظيم اديب جون خاصيتون منجهس آهن.
پر سندس طبيعت ترجمن جي ضرورت زياده محسوس
ڪري ٿي. هن سنڌي ادب جون وڏيون خدمتون
ڪيون آهن.

برسات: انهن کان سواءِ توهان جا ٻيا ڪي
پسنديده سنڌي توڙي غير سنڌي اديب ۽ شاعر؟

سرڪي: سنڌي اديبن ۾ رسول بخش پليجو،
جمال ابڙو، امر جليل، نسيم کرل، حيدر بخش جتوئي،
ڊاڪٽر نجم عباسي، گوبند مالهي. اردو ۾ غالب ۽

فيض، فارسيءَ ۾ عمر خيام ۽ حافظ شيرازي.

روسي اديبن ۾ ٽالسٽاءِ ۽ گورڪي، فرينچ اديبن ۾ مون کي موپاسان ۽ بالزاڪ متاثر ڪيو. آمريڪي اديبن ۾ جان اسٽينبيڪ، هيمنگ وي ۽ شاعر والٽ وٽ مئن وڻندا آهن.

برسات: نظم ۽ نثر ۾ پنهنجا ڪي پسنديده ڪتاب ٻڌايو!

سرڪي: شاهه جو رسالو، اياز جو پونئر پڙي آڪاس، ديوان غالب، عمر خيام جو رباعيون ۽ نثر ۾ ٽالسٽاءِ جون آڪائيون، منٽو جو سياه حاشيي، ڪرشن چندر جو 'جب کهيت جاڳي' انگريزي ۾ شيڪسپيئر جو جوليس سيزر. سياسي ادب ۾ ڪارل مارڪس جو ڪميونسٽ پڌرنامو' ۽ مان اڄ ڏينهن تائين مارڪس جو ڪتاب 'داس ڪيپيٽال' سچو نه پڙهي سگهيو آهيان.

برسات: ڪهڙا ڪهڙا ٻاهريان شهر گهميا آهيو؟

سرڪي: ٽوڪيو، بئنڪاڪ، هانگ ڪانگ، منيلا، سينگاپور ۽ بمبئي.

برسات: اسان جي شهرن جي ڀيٽ ۾ انهن پرڏيهي شهرن جون ڪي خاص ڳالهيون جن توهان کي متاثر ڪيو؟

سرڪي: شهرن جي صفائي، پر امن زندگي، عورتن جي آزادي ۽ پوڙهن جي عزت. سا ڳيا ماڻهو جي اسان جي ملڪ ۾ سٺا شهري نٿا لڳن سي ٻاهرين ملڪن ۾ هڪ سٺي ۽ باضابطه شهريءَ جي حيثيت ۾ ڪامياب زندگي گذارين ٿا.

برسات: ائين ڇو؟ ايڏو فرق ڇاجي ڪري ٿيو آهي؟

سرڪي: شايد پنهنجي ملڪ جي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي ڍانچي ۾ ڪي بنيادي خاميون آهن. جنهن ڪري ڪو به ماڻهو سنئين سڌي شرافت واري خوشحال زندگي گذاري نٿو سگهي. ان ڪري ڪيترن سالن کان اسان جي باصلاحيت ماڻهن جي ملڪ مان ڀاڄ جاري آهي.

برسات: توهان انجنيرنگ پڙهي رهيا هئا ۽ اڄ بجاءِ انجنيئر هئڻ جي توهان وڪيل آهيو ان جو ڪارڻ؟

سرڪي: ملڪ اندر سياسي ۽ سماجي تبديلين سبب ۽ ڪجهه ترقي پسند سياسي ۽ ادبي جماعتن ۾ سرگرم ٿيڻ ڪري مون انجنيري پڙهڻ ڇڏي ڏني. اهو منهنجي زندگيءَ جو هڪ هنگامي دور هو. ١٩٥١ ۾ آئون موٽي شڪارپور ويس ۽ اتي بي اي ۾ داخلا ورتم. نيو ايرا هاءِ اسڪول ۾ ماستري ڪندو هئس. شام جو روزانو لکي در تي هڪ حجام دوست جمال الدين منگي (علي احمد بروهي جي مشهور ڪردار عثمان حجم جي ڀاءُ) وٽ ويهندو هئس. جيڪو اڻ پڙهيل هوندي به ڏيهي پرڏيهي سياست ۽ ادب ۾ گهڻي دلچسپي ڏيکاريندو هو. شڪارپور ۾ ٻه سال رهيس. گهڻو ڪري اهو تنهائيءَ جو دور هو. انهيءَ عرصي اندر مون اهو محسوس ڪيو ته جاگيرداري ۽ وڏيرا شاهي ماحول ۾ پنهنجو جياپو جنجال ٿيندو. تنهن ڪري بي اي (سنڌي آنرز ۾) پاس ڪري ڪراچي پهچي آيس هت ١٩٣ روپين پگهار تي ڇهه مهينا ڪنڌي مدرسي ۾ ماستري ڪيم پوءِ اسلاميه ڪاليج ۾ سنڌي ليڪچرر ٿيس. اها ليڪچراري وڪالت پاس ڪري وڪيل ٿيڻ بعد به ١٩٦٧ع تائين جاري رهي.

برسات: هاڻي توهان شڪارپور کي هميشه لاءِ ڇڏي ڪراچي ۾ مستقل آباد ٿيا آهيو. ان جو ڪارڻ؟

سرڪي: ڪراچي باقي پاڪستان کان نرالو شهر آهي. هتي وڌولي طبقي جو غريب ۾ غريب ماڻهو به پنهنجي ذاتي راءِ ۽ شخصي آزادي برقرار رکي سگهي ٿو. هن شهر جي اها خوبي مونکي اڄ به پسند آهي. آئون ته اهو به چاهيان ٿو ته منهنجي وطن جو هر پڙهيل لکيل ماڻهو ڪراچيءَ ۾ اچي رهي نه ته به ڪجهه ۾ ڪجهه ٻه سال ضرور رهي جيئن سندس زندگيءَ جي نقطه نظر ۽ فڪر ۾ ڪشادگي اچي سگهي. هتان جيڪي به يار سنڌ ۾ وڃن ٿا تن جي هميشه اها شڪايت رهندي آهي ته: "يار وقت ڪيئن گذاريون؟ وقت گذري نٿو" پر هتي ڪراچيءَ ۾ وقت ملي ئي نٿو.

برسات: بمبئي ۾ ڪهڙن سنڌي دوستن سان ملاڻ ٿيو؟ اهي اتي ڇا پيا ڪن؟

سرڪي: سنڌريءَ ۽ اتم سان مليس، موهن ڪلپنا، هري موٽواڻي ڪونج جو ايڊيٽر ۽ آڳاٽو ترقي پسند ڪهاڻيڪار گوبند پنجابي (جيڪو پاڻ کي هتي گووند بلوچ سڏائيندو هو.) انهن سان به ملڻ ٿيو. انهن کانسواءِ پروفيسر رام پنجواڻي، گوبند مالهي، موتيرام رامواڻي پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، چيتانند لالواڻي ۽ سندس زال شيلا سان به مليس. اهي به ئي حيدرآباد سنڌ مان ڀارت جيون ۽ راج فلمستان رسالا ڪڍندا هئا ۽ اهي هاڻي بمبئي مان ڪڍن ٿا. لال پشپ جيڪو اسان جي علي بابا وانگر

انفراديت پسند آهي. ۽ واسديو نرمل (اسٽيج ڊرامہ ڊئريڪٽر) انهن سڀني سان ڏاڍيون قربائتيون ڪچهريون ٿيون. ماسٽر چندر ۽ پڻس مهيش چندر سان بہ مليس. مهيش سٺو ڳائڻو آهي هندي (اردو) فلمن ۾ ٻلي ايڪ ڳانا ڏني پيو. ڪورت ٻاٻاڻيءَ جي گهر سردار جعفري ۽ خواجہ احمد عباس سان بہ ملاقات ٿي. (اتي ڪرشن چندر ڪهڙو ياد پيو.) نارائڻ شيام ۽ تيرٿ وسنت دهليءَ ۾ آهن. هري دلگير آديپور ڪڇ ۾ آهي ۽ منهنجو استاد ڪيئل داس فاني پوپال ۾ آهي. انهن سان نہ ملي سگهياسين. مون سان گڏ منهنجي گهر واري بہ هئي.

برسات: اتي جي سنڌي ٻارن جي ڪهڙي حالت آهي. هتي جي مقابلي ۾ ڪهڙو نمايان ذهني يا معاشي فرق محسوس ٿيو؟

سرڪي: اتي جا سنڌي اها تائين ذهني طرح مطمئن ناهن. بمبئي جا سنڌي اتي گجراتين ۽ مرهٽن جي وچ ۾ ڦٿي گهليا. پوءِ گجرات صوبو الڳ ٿيو گجراتين وهي گجرات وسائي ۽ بمبئي مرهٽن کي ملي آهي. اهي بہ اتي جي سنڌين سان نفرت ڪن ٿا.هتي سنڌ ۾ هندو سيٺيون ڏاڍي فراخدليءَ سان ڪمائيندا کوائيندا، جايون اڏائيندا ۽ جائداد ٺاهيندا هئا، پر ورهاڱي جي لڏپلاڻ کان پوءِ انهن کي اهي سموريون شيون ڪم نہ آيون. جن وٽ روڪ پئسو، سون ۽ هيرا جواهر هئا سي ڪجهہ سولائيءَ سان آباد ٿي ويا. اهوئي سبب آهي جو هاڻي اتي جا سنڌي روزمره جي شاهہ خرچين بدران پئسا پيا ميڙين .

برسات: اتي توهان کي ڪنهن وڏيڪ ڀانئيو؟

سرڪي: ڪهڙي ڳالهہ ڪريان، سڀني گهڻو ڀانئيو گهڻو پيار ڪيو. نهايت سڪ قرب سان. حياتيءَ وفا ڪئي تہ وري بہ وينداسين. بمبئي ڪونہ وڻي، پر بمبئي جا سنڌي ٻار ڏاڍا وڻيا.

برسات: بمبئي جي فلمي دنيا ۾ هن وقت ڪهڙا سنڌي آهن؟

سرڪي: فلمي سخرو آسراڻي ۽ پيو سپي جنهن 'شعلے' فلم ٺاهي آهي اهو بہ سنڌي آهي ۽ جيڪي سپاهيلاڻي جي ڪٽنب سان آهي . هنگل اصل ڪشميري آهي پر سنڌ ۾ گهڻو وقت رهيو هو.

برسات: هتان کان لڏي ويل سنڌين جي مقابلي ۾ هتي لڏي آيل ماڻهن جي حالت يا سوچ ۾ ڪهڙو فرق ٿا سمجهو؟

سرڪي: اتي جا سنڌي اتي پنهنجو ڪوبہ تحفظ محسوس نٿا ڪن. ذهني طور تي وکريل آهن. انهن جي مقابلي ۾ اتان لڏي هتي آيل ماڻهو اردو ۽ ڪراچي ۾ سنڌن وڏي تعداد ڪري ۽ سرڪاري سرپرستي ڪري پاڻ، کي وڌيڪ محفوظ ۽ ٺانئيڪا سمجهن ٿا.

برسات: بمبئي جي سماجي زندگيءَ جي باري ۾ پنهنجا ذاتي مشاهدا ٻڌايو؟

سرڪي: اتي سياسي آزادي آهي. باقي سماجي ڦرلٽ، ڪاموراشاهي جا ڪرتوت، بدمعاشي پنهي ملڪن ۾ ساڳي آهي. غريبي ۽ سادگي تمام گهڻي آهي. ڪاڏي پيتي جي شين ۽ دوائن ۾ ملاوٽ ڪونهي. ڏهن ڏينهن ۾ اسان بمبئي جي رستن تي هڪ بہ جپاني يا ٻي ڪابہ غير ملڪي گاڏي نہ ڏٺي. سڀ گاڏيون اتي جون ٺهيل آهن. ڪنهن بہ وقت ڪنهن بہ هنڌ هڪ ٽيڪسيءَ کي هٿ ڏيو تہ چار بيهي رهنديون. ميٽر کان وڌيڪ هڪ پئسو بہ نہ وٺن. سنڌي سڀ روزگار سان پنهنجي گهرن ۾ خوش آهن. اتي اسڪول ڪاليج ۽ اسپتالون ٺاهي وڏو ٺالو ڪيو اٿن.

برسات: شاديءَ کان اڳ ذاتي زندگي ڪيئن گذاري اٿوَ؟

سرڪي: ويهن کان ٽيهن سالن واري زندگيءَ جا ڏهہ سال ادبي ۽ سياسي مشغولين سبب ۽ ڪجهہ شروعاتي مذهبي تربيت سبب ٻئي ڪنهن طرف ڌيان نہ ڏئي سگهيو آهيان. شاعري بہ ڪيم. ادبي مضمون بہ لکيم. ترجما بہ ڪيم. پر ڪڏهين بہ شراب نہ پيتو اٿم ۽ نہ وري ڪنهن ٻي عورت جي صحبت ۾ رهيو آهيان. هڪ دفعي هڪ دوست چيو: "شادي ڪندين!" ان وقت مون پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪيو ۽ چيم: "ها." اهڙيءَ طرح ١٩٥٧ع ۾ منهنجي ۽ منهنجي ساهرن جي مشترڪہ دوست محمد ابراهيم جوڻو جي رٿ ۽ ڪوشش سان منهنجي شادي ٿي.

برسات: توهان جي شادي 'لو مئريج' تہ نہ هئي؟

سرڪي: نہ. ان کي پيار جي شادي نہ چئبو.

برسات: شاديءَ کان پوءِ توهان جي خيالن، نظريي ۽ مقصد لاءِ جذبن ۾ ڪا ڪمي آئي يا ان ۾ واڌارو ٿيو؟

سرڪي: شادي کان ڪجهہ اڳ مون پنهنجون سياسي ۽ ادبي سرگرميون گهڻو گهٽائي ڇڏيون هيون. ان لاءِ مان پنهنجي وچولي طبقي جي فطري ڪمزورين

ڪي جوابدار سمجهان ٿو. انهيءَ سال مون ٽالسٽاءِ جو ڪتاب "واٽ دين مسٽ وي ڊو" پڙهيو ۽ پوءِ ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اهو ڪتاب "ڇا ڪجي؟" جي نالي سان سچو سنڌي ادبي بورڊ ڇپايو. سچي ٽنڊي ڪنڊ هند و پاڪ ۾ اهو ڪتاب فقط سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپيو آهي. مون اڄ تائين انهيءَ ڪتاب کي پنهنجي زندگيءَ جي رهنما اصولن طور ڪتب آندو آهي.

برسات: توهان جي زال شمس به لکندي آهي. ڇا هن توهان کان متاثر ٿي لکيو آهي؟

سرڪي: شاديءَ اڳ هن اردو ادب ۾ ايم اي پاس ڪئي هئي. اردوءَ ۾ افسانا ۽ ادب لطيف لکندي هئي. ايم اي جي امتحان ۾ هن 'شاهه لطيف ۽ اردو

جا صوفي شاعر' جي عنوان سان مقالو لکيو هو. شمس ۽ مان گهرو ذميدارين سبب هاڻي لکڻ گهٽائي ڇڏيو آهي. شمس روح رهاڻ، نئين زندگي ۽ سوجهرو ۾ لکندي هئي. ٽي وي جي ادبي مذاڪرن ۾ به حصو ورتو اٿس.

برسات: توهان جي گهرو زندگي ڪيئن ٿي گذري؟ خيالن ۽ نظرين ۾ اختلاف تان ڪو جهيڙو يا تڪرار ٿئي؟

سرڪي: گهر ۾ ڪو تڪرار ڪونه ڪريون. لبرل آهيون، مذهبي لاڙن جي باوجود مان شمس کي انسان دوست ۽ آزاد طبيعت سمجهان ٿو. گهرو معاملن ۾ اسين هڪ ٻئي جي سهڪار سان ٥٠ سال خيرخوبي سان گڏ گذاري چڪا آهيون ۽ پنهنجو گهر، پنهنجي جنت، قائم ڪئي اٿئون.

# اسڪاٽلينڊ جُون ڪهاڻيون

### غلام رسول ڪلهوڙو

## رستي تي ٻوڙ پائڻ

اهو منهنجو پهريون ڏينهن هو. مان ڪاليج پئي ويس. هڪ چونڪ تي ڏٺم ته پريان هڪ نوجوان مخالف پاسي کان تيزيءَ سان ڀڪندو ٿي آيو. هو جڏهن منهنجي پرسان آيو تڏهن به ٻوڙي رهيو هو. جڏهن مون کان پري هليو ويو تڏهن به ڀڪندو ٿي

ويو. مون سمجهيو شايد هن کي ڪنهن گاڏيءَ ٿي پهچڻو هو يا وري ڪنهن ضروري ڪم سبب ٻوڙي رهيو هو. خير، ڪجهه پنڌ اڳتي آيس ته پريان هڪ پيو همراهه پڻ ٻوڙندو ڏٺم. هي هڪ اڌيڙ عمر جو ماڻهو هو، منهن ۾ سنجيدو، فل سوٽ پاتل، ٽاءِ لڳل، اتي مون کي ڪجهه کِل آئي ۽ حيرانگي به ٿي ته آخر اهو شريف ۽ باوقار ماڻهو اهڙي مناسب ڊريس ۾ ائين بي تحاشا ڇو پيو ڀڳو. ڇا هن جي به لاءِ ڇٽڻ واري هئي يا خدانخواسته هن جي ڪنهن مائٽ جو ايڪسيڊنٽ ٿيو هو ۽ هو اسپتال ڏانهن ٻوڙيو پئي! — اڄ مون کي هتي اسڪاٽلينڊ ۾ آئي ڇهون مهينو پورو ٿي رهيو آهي. مان فل سوٽ پاتل آهيان، هڪ هٿ ۾ ننڍو بيگ اٿم ۽ انهيءَ حالت ۾ مان تيزيءَ سان ڪاليج ڏانهن ٻوڙي رهيو آهيان، پر مون کي پاڻ تي اچرج ڪانه ٿو اچي ۽ نه ئي کِل ڇاڪاڻ ته اسڪاٽلينڊ جي زوردار ٿڌ کان بچڻ ۽ پاڻ کي گرم رکڻ لاءِ، ڪڏهن ڪڏهن رستن تي ٻوڙ پڻ لڳائڻي پوندي آهي!

## رستي تي بيهي کائڻ

اسڪاٽلينڊ جي ماڻهن جي هڪ خاص عادت هي به آهي ته هو رستن تي بيهي کائيندا آهن. نه صرف ايترو پر جڏهن هو وچ بازار ۾ گهمندا آهن تڏهن به کائڻ کان ڪين مڙندا آهن. پهريائين پهريائين هنن جي اها عادت مون کي اصل ڪانه ٿي وڻي، پر هاڻي وڻندي آهي، ان ڪري جو هينئر مان به (ڪڏهن

ڪڏهن) رستي تي بيهي ڪائيندو آهيان، نه صرف رستي تي بيهي ڪائيندو آهيان پر وچ بازار ۾ پڻ! ڇاڪاڻ ته مون کي اهو چڱي طرح معلوم آهي ته اسڪاٽلينڊ ۾ گهر ۾ کاڌي تيار ڪرڻ جي آزار کان بهتر آهي ته ڪنهن هوٽل يا ريسٽورنٽ تان پڪل کاڌو وٺي کائجي!

## اسڪاٽلينڊ جي موسم

اسڪاٽلينڊ ۾ سياري جي موسم ۾ سج ورلي ڪو ڏسڻ ۾ ايندو آهي ۽ جڏهن سج پنهنجي سنهري ڪرڻن سان هتان جي مخلوق کي نوازيندو آهي ته اسڪاٽلينڊ جا ماڻهو بيحد خوش ٿيندا آهن ۽ هڪٻئي کي ٻڌائيندا آهن:

ڪهڙو نه وڻندڙ صبح آهي.
ڪهڙو نه وڻندڙ ڏينهن آهي!

۽ ليڪن پندرهن منٽن کان پوءِ جڏهن 'سورج ديوتا' غائب ٿي ويندو آهي ۽ جهڙ ٿيڻ کان پوءِ هڪدم مينهن وسڻ شروع ٿي ويندو آهي تڏهن ساڳيائي اسڪاٽ پنهنجو منهن ڪنڌي ڇوندا آهن:

تمام خراب صبح ـ خراب ڏينهن!

## آءِ ايم ساري

ايڊنبرا (اسڪاٽلينڊ) ۾ هڪ وڏي دڪان جي شوڪيس ۾ آڏو بيٺو هوس. شوڪيس ۾ ڪيترائي عورتن ۽ مردن جا مجسما بريسون پاتو بيٺا هئا. مان ڀن مردانن مجسمن جي آڏو ويس، جيڪي اهڙي انداز ۾ بيٺل هئا. ڄڻ هڪ ٻئي سان سُس ٻُس پئي ڪيائون. مان حيرت ۽ غور سان انهن مجسمن کي ڏسڻ لڳس. اوچتو هڪ مجسمو اتان ٿورو چُريو ۽ مشڪڻ لڳو ۽ موٽ ۾ مون ٿڪي مشڪ سان ان چُرندڙ ڦرندڙ مجسمي کي چيو: "آءِ ايم ساري!"

## ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي

ڪاليج ۾ هڪ پارٽي هئي، هڪ چيني شاگرد مون کان پڇيو:

"ايڪسڪيوزمي، ڇا توهان انڊين آهيو؟"

"جي نه مان پاڪستاني آهيان." مون ورائيو.

"او ـ ساري، مون توهان کي انڊين سمجهيو هو ڇاڪاڻ ته توهان جي شڪل ته ...."

"ڪا وڏي ڳالهه ناهي، مڙيئي خير آ." مون ڪيس وچ ۾ ڪٽيندي چيو.

ڪاليج جي ريسٽورنٽ ۾ ڇانهه پئي پيتم ته هڪ عرب شاگرد ساڳئي ٽيبل تي اچي ويٺو ۽ پنهنجي سڃاڻپ ڪرائڻ بعد چوڻ لڳو: "ڇا توهان سريلنڪا کان آيا آهيو؟"

"جي نه مان پاڪستاني آهيان."

"او ساري، مون سمجهيو ...."

"ڪا وڏي ڳالهه ناهي مڙيئي خير آ" مون چيو.

ڪاليج ۾ شاگردن جي جنرل باڊي جي ميٽنگ هئي. هڪ اسڪاٽش شاگرد مون سان گڏ ويٺو هو. پوءِ مونسان پنهنجي سڃاڻپ ڪرائيندي چوڻ لڳو:

"مان شاگرد يونين جو جنرل سيڪريٽري آهيان منهنجو نالو فورڊ آهي ۽ توهان جو؟"

مون کيس پنهنجو نالو ٻڌايو.

"ڇا توهان بنگلاديش کان آيا آهيو" هن پڇيو.

"جي نه مان پاڪستاني آهيان."

"او ساري، مون سمجهيو....!" فورڊ چوڻ لڳو.

ان تي مون ورائيو:

"ڪا وڏي ڳالهه ناهي مڙيئي خير آ."

## توهان ڇا پسند ڪندا

مان منجهند جي ماني ڪاليج ۾ کائيندو آهيان، ڪاليج ۾ اسڪاٽش کاڌو ملندو آهي. اهو منهنجو پهريون ڏينهن هو جو ڪاليج ۾ کائي رهيو هوس، ٽري کڻي ڪائونٽر تي پهتس ته اتي بيٺل ڇوڪري پڇڻ لڳي.

"سوئر؟"

"ايڪسڪيوزمي، مان توهان جو مطلب نه سمجهي سگهيس." مون ان ڇوڪريءَ کي ورائيم.

"ڇا توهان سوئر پسند ڪندا؟" هن مشڪي وضاحت ڪئي.

"ڇا سوئر کان سواءِ ٻيو" ڪو چارو ڪونهي. مون کانئس پڇيو.

"ان کان سواءِ اسان وٽ رڳو آهي."

"ته پوءِ مون کي رڳو ڏيو ان سان لسي ڪم هلي ويندو."

امر جليل

ڪهاڻي

# سفر کان سفر تائين

[منهنجي واتان جيڪي تون ٻڌڻ چاهين ٿو، سو مان چوڻ لاءِ تيار نه آهيان، ۽ جيڪي مان چوڻ چاهيان ٿو، سو تون ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهين.]

---

هيءَ ان شام جي ڳالهه آهي، جڏهن صدر ۾ گولي هلي هئي، ۽ ماڻهو رستن تي پنهنجا بوٽ، ٽوپيون ۽ چمپل ڇڏي اوسي پاسي دڪانن ۽ هوٽلن ۾ وڃي لڪي پيا هئا. جان محمد، مون ۽ ڪجهه ٻين راهگيرن اڌ ٽٽل هڪ عمارت ۾ وڃي پناهه ورتي هئي. ساهه جائيتو ٿيو ته ٿلهه جي اوٽ مان مون ايلفي اسٽريٽ ڏانهن ڏٺو.

سڙڪ تي بوٽن، ٽوپين ۽ چمپلن جي وچ ۾ ڪنهن ٻار جو رانديڪو پيو هو. مون ڪنڌ کڻي آسمان ڏانهن ڏٺو. سج کي گولي لڳي چڪي هئي. گوليءَ جو گهاءُ کٽي، سج آسمان جي وسعتن ۾ رت جي روشن ليڪ ڇڏيندو، رڙهندو، اسان کان پري ٿي رهيو هو.

هڪ بدحال عورت ننڍڙي رانديڪي ڏانهن ڏسي رهي هئي، هوءَ ڪجهه ڪجهه ڊنل ۽ خوفزده ڏسڻ ۾ پئي آئي. ڪانئس پڇيم، ”جتين ۽ ٽوپين ۽ چپلن جي وچ ۾ سڙڪ تي پيل رانديڪو تنهنجي ٻار جو ته نه آهي؟“

عورت منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو، پر ڪو جواب نه ڏنو. ڇهري تي هيڊ هاريل هئس. وجود جي بيپناهه غم جو اولڙو سندس اکين مان ظاهر ٿي رهيو هو.

چيم، ”سمجهان ٿو، سڙڪ تي پيل رانديڪو تنهنجي ٻار جو آهي.“

”نا.“ هن چيو، ”سڙڪ تي پيل رانديڪو منهنجي ٻار جو آهي.“

هوءَ وري ننڍڙي رانديڪي ڏانهن ڏسڻ لڳي.

جان محمد اوٻاسيون ڏيئي رهيو هو، ۽ ٻين ۾ هڪ فلمي گانو جهونگاري رهيو هو. مون جان محمد کي چيو، ”جانو، سڙڪ تي بوٽن ۽ ٽوپين جي وچ ۾ هڪ ٻار جو رانديڪو پيو آهي.“

جانوءَ هڪدم پڇيو، ”تنهنجو ته نه آهي.“

ڪيس ڇڙٻ ڪڍندي چيم، ”بڪواس نه ڪر.“

چيائين، ”ان جو مطلب آهي ته سڙڪ تي پيل رانديڪو منهنجو آهي.“

ڪيس ڪنڌ کان وٺندي چيم، ”سامهون ٿلهه وٽ هڪ بدحال عورت ڏسين ٿو.“

ڪنڌ ڇڏائيندي چيائين، ”ها ڏسان ٿو.“

چيم، ”سڙڪ تي پيل رانديڪو ان عورت جي ٻار جو آهي.“

هڪدم پڇيائين، ”ڪٿي اٿان؟“

چيم، ”بدحال عورت کان پڇڻ کان سواءِ نه.“

جان محمد ۽ مان بدحال عورت جي ڀرسان وڃي بيٺاسين. مون عورت کي چيو، ”هن جو نالو جان محمد جانو آهي. منهنجو جگري يار آهي. بيحد بهادر آهي ۽ موت کي ڪٽ ۾ نه آڻيندو آهي. هيءُ گولين جي وسڪاري ۾ تنهنجي ٻار جو رانديڪو سڙڪ تان کڻي اچڻ لاءِ تيار آهي.“

عورت کان اڳ هڪ پوڙهي ڳالهايو. هو ڀت کي ٽيڪ ڏيئي ويٺو هو ۽ بيڙي ڇڪي رهيو هو. هن جان محمد کان پڇيو، ”اڙي ميان! تون موت جي کوهه ۾ موٽر سائيڪل هلائيندو آهين ڇا؟“

اسان سڀني پوڙهي ڏانهن ڏٺو. جان محمد ڪجهه ڪجهه وائڙو ٿي ويو.

مون پوڙهي کي چيو، ”جان محمد مثل ريج جي ڪل ٻاٽي سرڪاري باغيچي جي هڪ خالي ڀڳري ۾ ويهي رهندو آهي، ۽ پنج رپيا روز ڪمائيندو آهي.“

"راز جي ڳالهه ٻڌائي اٿئي ميان." پوڙهي چيو، "تنهنجو هن رڇ سان ڪهڙو تعلق آهي."

"رڇ جي پڃري جي ڀرسان هڪ گدڙ جو پڃرو آهي." چيم، "مان هڪ مئل گدڙ جي کل پائي ان پڃري ۾ ويهي رهندو آهيان ۽ پنج رپيا روز ڪمائيندو آهيان."

پوڙهي جي اکين ۾ جوت جاڳي پئي. ٻرندڙ ٻيڙي ٻت سان مهٽي وسائي ڇڏيائين. چيائين، "اڙي ميان! پوءِ ته تون ان عورت کان ضرور واقف هوندين جنهن جو جسم لومڙيءَ جهڙو آهي."

چيم، "ها، هوءَ منهنجي پڃري جي ڀرسان هڪ تنبوءَ ۾ رهندي آهي. تماشائي اٺ آنا ڏيئي کيس ڏسڻ ويندا آهن. هوءَ تماشائين کي پنهنجو نالو ممتاز محل ٻڌائيندي آهي."

پوڙهي پڇيو، ڪيئن لڳندي اٿئي."

"مون کي ڏاڍي وڻندي آهي." چيم، "مان ساڻس محبت ڪندو آهيان."

پوڙهي عجيب جوش وچان پڇيو، "هوءَ به توسان محبت ڪندي آهي؟"

"نه." چيم "هوءَ پنهنجن ستن ٻارن سان محبت ڪندي آهي."

پوڙهي پڇيو، "سندس ٻارن جو به منهن مٿو ماڻهن جهڙو ۽ جسم لومڙ جهڙو آهي؟"

"نه." کيس ٻڌايم، "ممتاز محل جي ستن ئي ٻارن جو جسم به ماڻهن جهڙو آهي."

"تعجب آهي!" پوڙهي اڇي ڏاڙهيءَ ۾ آڱريون وجهندي چيو، "ته پوءِ ممتاز محل جو جسم لومڙي جهڙو ڇو آهي!"

"ڪياماڙيءَ کان دبئيءَ وڃڻ واري لانچ کي جيستائين اميدن جي سمنڊ نه ٻوڙيو هو، تيستائين ممتاز محل جو جسم عام عورتن جهڙو هو." چيم، "ان لانچ ۾ ممتاز محل جو مڙس به موجود هو. مڙس جي مرڻ کان پوءِ ممتاز محل جو جسم لومڙيءَ جي جسم جهڙو ٿي پيو هو. ان وقت کان هوءَ سرڪاري باغيچي ۾ منهنجي پڃري ڀرسان هڪ تنبوءَ ۾ رهندي آهي. ماڻهو اٺ آنا ڏيئي کيس ڏسڻ ويندا آهن. هوءَ ماڻهن کي پنهنجو نالو ممتاز محل ٻڌائيندي آهي. پر اصل ۾ هن جو نالو مجيدان آهي."

"اڙي ڪجهه ته شرم ڪر، گدڙ." جان محمد چيو، "پبلڪ ڇا چوندي!"

"سڙڪن تي ٽوپيون ۽ جتيون ڇڏي اڌ ڍهيل عمارت ۾ پناهه وٺڻ واري پبلڪ ڪجهه نه چوندي آهي. هرڪا بڪواس خاموشيءَ، صبر ۽ تحمل سان ٻڌندي آهي." چيم، "سڙڪ تي پيل رانديڪي جي باري ۾ ڇا سوچيو اٿئي."

"بدحال عورت تي مون کي رحم ٿو اچي." جان محمد چيو، "مان رانديڪو کڻي ايندس."

جان محمد منهنجو جگري يار آهي. اسين ٻئي سنڌ اسٽار اليون طرفان ڪڪڙي گرائونڊ تي فٽبال راند ڪندا آهيون، ۽ واندڪائيءَ جي وقت ۾ رڇ ۽ گدڙ جي کل پائي سرڪاري باغيچي جي پڃرن ۾ ويهي رهندا آهيون.

مون جان محمد کي چيو، "جانو، مون کي وهم ورائي ويا آهن."

"ڇا جا وهم!" جانوءَ مون ڏانهن ڏسندي چيو، "سمجهين ٿو ته گولي کائي مان سڙڪ تي مري ويندس!"

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيم، "ها، جانو."

"مان سڙڪ تي گولي کائي نه مرندس." جانوءَ چيو، "تون ۽ مان سرڪاري باغيچي جي پڃرن ۾ مري وينداسين. تنهنجي جسم تي گدڙ جي کل هوندي ۽ منهنجي جسم تي رڇ جي."

"ترس جانو." کيس روڪيندي چيم، "الائي ڇو، دل توکي روڪڻ تي ضد ٻڌي ويٺي آهي."

جان محمد مون کي دو بدو ٿي ويٺو. مون کي ٻنهي ڪلهن کان جهليندي چيائين، "گهٽو! اڳ جڏهن مان ننڍڙو ۽ پتڪڙو هوس ۽ رانديڪن سان راند ڪندو هوس، تڏهن هڪ دفعي گولي هلي هئي. منهنجي ماءُ مونکي سڙڪ تي ڇڏي، منهنجو رانديڪو کڻي آسمانن ڏانهن آڏامي ويئي هئي."

مون جان محمد کي ڀاڪر ۾ ڀيڪوڙي ڇڏيو.

جان محمد چيو، "جتين ۽ ٽوپين جي ڍير ۾ پيل رانديڪو مان سڙڪ تان ضرور کڻي ايندس. بدحال عورت ڏاڍي اداس آهي."

هو منهنجي ڀاڪر مان نڪري ويو، اک ڇنڀ ۾ سڙڪ تان رانديڪو کڻي آيو.

ٿنڀ مان ٽيڪ ڏيئي ويٺل پوڙهي، تاڙيون وڄايون. جان محمد رانديڪو عورت کي ڏيندي،

فائيل کڻي ۽ ڪري اندر گهڙيو انٽرويو ڪميٽي جي هڪ ميمبر اصلي سرٽيفڪيٽ گهريس.

(انور پٽ عارب سمون، ايم اي اڪانامڪس فرسٽ ڪلاس ... ايم اي سنڌي فرسٽ ڪلاس.)

صاحب جون اکيون شيشي ويون. ”اڙي بابا هي ڇا ٿو ڪرين؟ تون پوسٽ گريجوئيٽ ماڻهو هيلپري ٿو ڪرين؟“

”بس سائين شل ان لائق ته سمجهيو وڃان.“

ٽيئي ميمبر هڪ ٻئي ڏي تڪڻ لڳا.

”پر بابا اها ته اسان جي اداري جي بيعزتي آهي. ايڏو ڪواليفائيڊ ماڻهو هيلپر هجي جڏهن ته گهٽ پڙهيل آفيسر هجن.“

”سر تعليم کي مان گذر جو وسيلو نه ٿو سمجهان. مون کي پيٽ گذر گهرجي. آفيسر ٿيڻ لاءِ ڪنهن معتبر ماڻهو جي نوازش ضروري آهي. ان نعمت کان محروم آهيان. آئون ان ۾ پنهنجي عزت سمجهان ٿو ته محنت مزدوري ڪري ٻه گرهه پيٽ ۾ وجهان.

چيئرمين گهنڊ وجهي چوڻ لڳو ”ٺيڪ آهي توکي نوڪري سان ڪم ان جو ذمو مان ٿو کڻان جڏهن به تنهنجي لياقت موجب ڪا جاءِ ٿي ته پهرين توکي آرڊر موڪلبو باقي اڄ ته لوئر ڪلاس جا انٽرويو پيا ڪريون.“

”سائين تيستائين مون کي هيلپر ڪري رکيو وڃي پوءِ پوءِ جڏهن ٻي ڪا جاءِ خالي ٿيئي مون آرڊر ڏجو.“

”پر بابا تيستائين مون ڪٿي ترس — ٿورو انتظار ڪر.“

”سر هاڻي انتظار ڪرڻ جي پهچ مون ۾ ڪانهي. حالتون نازڪ آهن.“

”نه بابا نه اسان کي هيلپر لاءِ تجربيڪار ماڻهو گهرجن نه ڪي عالم ۽ پروفيسر.“

”سر هيلپري ۾ ڪهڙو تجربو کپي. اهي پانا پلاس آئون به ڇوري پوري سگهان ٿو.“

”چڱو تون ٻه منٽ ٻاهر هل ته اسان پاڻ ۾ ڳالهايون.“

انور وجود کي ڌڪيندو ٻاهر نڪتو پويان ڪمري ۾ سندس قسمت جو فيصلو ٿيڻ لڳو.

هڪ ميمبر ”مون کي ته مينٽل ڪيس ٿو لڳي.“

ٻيو ”نه نه جناب هي ڪواليفائيڊ ماڻهو آهي اصل ۾ هي ڪا وڏي سازش آهي. اسان جي اداري ۾ اهڙا ماڻهو مزورن ۾ سياسي ڪم ڪرڻ لاءِ موڪليا ويندا آهن. اها ڪا سرخن جي سنٽ منيل آهي. مان انهن کي چڱيءَ ريت سڃاڻان.“

چيئرمين شيخ ٿي ويو ”او مائي گاڊ... نه نه بابا اهو امپاسيبل آهي. انهن ڀروين لاءِ اسان وٽ ڪابه جاءِ ڪانهي مان پنهنجي ماحول ۾ اهو ڏهو پيدا ٿيڻ نه ڏيندس.“

پٽيوالي وري ڪيس اندر موڪليو. چيئرمين ڊپ حراس جي ڏهڻ ۾ غرق ٿيندي ٻوتاڙ ڪيو ”تو لاءِ ... اسان وٽ ڪابه جاءِ ڪانهي. تون هڪ منٽ به هتي رهي نٿو سگهين.“

”سائين آخر...“

سندس جملا اڌ مان ڪٽجي ”گيٽ آئوٽ“

”سر عرض آهي.“

”مان چوان گيٽ آئوٽ ... نري وڃ هتان.“

سندس انا جي ڪنوڻ ڪر ڪنيو ۽ اکين ۾ آلا پري آيس هڪ غضب جي گهور وجهي ٻاهر نڪتو.

هلندو وڃي. ڌرتي سندس هرقدم تي ڪنجهي ٿي پئي.

گهر ... جتي بک آهي جا واڪا پئي ڪري پاتي آهن جن جي انگ تي سگهو ڪپڙو ڪونهي پونگي ... جنهن ۾ سيءَ جو جهلو ڪونهي اونهاري لڪ لوساٽيو ڇڏي.

شام جو ٻاڻس ڇانٽ ٽپيو، مٽس نگاهه پوندي پيءُ ويٺو ”انور ڇا ٿيو تنهنجي انٽرويو جو“ هن رکيو هڪ پيرو ڇتائي ڏٺو ۽ اکيون پيرن ۾ اٽڪائي ڇڏيائين.

ٻاڻس سمجهي ويو، جڏهن اٿل ڪاڏي، ڪاوڙ جا ڪڙا ٿني پيا ”پرواهه ناهي، بابا پرواهه ناهي، تون گهٻراءِ نه اها ٻانهن ۾ ٻل آهي. ڏکيا سکيا ڏينهن گذري ويندا ... ويندا لڙ نهي.“

ويجهو اهي ڪلهي تي هٿ رکيائينس پنهي جي مائڪين مان ٻه ٻه لڙڪ لڙيا، ڌرتي گهوٽي ويئي. پنل نيڻن سان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺائون. پنهنجائپ جون سنڌو ڇوليون هڻڻ لڳو ۽ ٻئي ٻکين اچي ويا.



قائم شده ١٩٤١

# اَلحَمدُ لِلّٰهِ

## اسين پنهنجي روايت برقرار رکڻ ۾ ڪامياب رهيا سين

١٩٨١ع ۾ اسان پنهنجي ٤١ ساله تاريخ ۾ هڪ وڏي عظيم ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. اسانجو منظور ٿيل سرمايو نئين جوتين کي ڇهي ١٠٠ ڪروڙ رپيا ٿي ويو. هي سال اسانجي واپاري جي بهترين سالن ۾ ڳڻجي ٿو -

انهيءَ نمايان ڪاميابيءَ ۾ اسانجون بهتر روايتون، تجربو ۽ اسانجي ڪارڪنن جو جاهم شامل آهي، سيني کان وڏي ڳالهه ته هيءَ جا ٿاپل انگ اکر اسانجي ڪارڪردگيءَ جو ثبوت آهن-

| | ١٩٨٠ع | ١٩٨١ع |
|---|---|---|
| منظور ٿيل سرمايو | ١٨٠ ملين رپيا | ١ بلين رپيا |
| ادا شده ۽ محفوظ سرمايو | ٥٧٦ ملين رپيا | ١٫٠٣٩ ملين رپيا |
| ٣١ ڊسمبر ١٩٨١ع جو جمع ٿيل رقمون | ٢٧٫٩ بلين رپيا | ٣١ بلين رپيا |
| اڪائونٽس | ٦٫٢ ملين | ٦٫٦ ملين |
| ٻاهرين ملڪن مان آيل رقمون | ١١٫٦٥ بلين رپيا | ١٢٫٣٩ بلين رپيا |

**حبيب بئنڪ لميٽيڊ**

PID(Islamabad)

manhattan international

(علامتي ڪهاڻي)

# چوچو

ليکڪ: عبدالڪريم بلوچ

ترجمو: علي بابا

*منهنجو پيار گم ٿي ويو هو ۽ آئون ڳوليان پيو*

پنهنجي پاڙي مان لاڳو سڀ ڳليون ووڙيندو، لڙڪ ڳاڙيندو شهر وڃي نڪتس. سڄو شهر عجب جهڙو پئي لڳو. ويچاريم ته ڪنهن ٿاڻي ۾ وڃي رپورٽ داخل ڪرايان. وري سوچيم ته هي ٿاڻي وارا ڇا ڪندا. مرڳو پاڻ نه ڦاسي وڃان. پنهنجي پيار کي ڳوليندو ڳوليندو مان هڪ وڏي مارڪيٽ مان وڃي نڪتس. جتي هر ڪا شيءِ پئي وڪاڻي. هڪ پاسي گوشت جي مارڪيٽ ته مڇين جي مارڪيٽ ٻئي پاسي. جيئرن پکين جو ته ڇيڙهو ئي نه ڪٿي! هڪ پاسي ڪبوتر، ڀانت ڀانت جا مٺو، رنگا رنگ جهرڪين جهڙا پکي، ڀانت ڀانت جون ڪڪڙيون به پڃرن ۾ سجائي رکيل هيون.

— تون ڪجهه پريشان آهين؟... ۽ مون ڏٺو آهو هڪ راهگير هو. سندس اڇي ڏاڙهي ۽ وڳي کي ڏسي مان ڏسندو ئي رهجي ويس! عجب جيهو نوراني چهرو هو.

— مان.... مان پنهنجو پيار پيو ڳوليان، منهنجو چوچو گم ٿي ويو آهي، مان ۽ منهنجي زال پيار مان کيس چوچو چوندا آهيون. منهنجو چوچو گم ٿي ويو آهي. سائين اکين آڏو اوندهه اچي وئي آهي. (مان روئي پيس)

— گهٻراءِ نه، سڌير ٿي. هوءَ ڪڪڙين واري مارڪيٽ آهي نه، انجي پوئين گهٽيءَ ۾ هليو وڃ، اتي ٻارڙن جي مارڪيٽ اٿئي، گڏو ڪڏ. ٿي سگهي ٿو تنهنجو پيار توکي اتي ملي پوي. آهو مست الست ماڻهو وڌيڪ ڳالهائڻ ٻولهائڻ کانسواءِ ڪڪڙين واري مارڪيٽ جي هجوم ۾ گم ٿي ويو.

گهٽيءَ ۾ پهچڻ، ڪتن جا ٻچا ٻوڙون پائي سهڪندا سهڪندا پئي ڏسڻ ۾ آيا. مان پنهنجي پيار لئي، انهن لوسيل جانورن ۾ ڳوليندو هلندو ئي ويس. مون ڏٺو، جانورن جا ننڍڙا پيارا پيارا ٻچا صحت مند هئا ته ڪي منڊا ننڊا ۽ بيمار. گهٽيءَ جي ٻئي پاسي ڪتي جو هڪ ٻچو مئو پيو هو. ان ويل مونکي پنهنجو چوچو ڏاڍو ياد آيو ۽ مان تڪو تڪو هلڻ لڳس.

— يارب، هي سڀ آهي ڇا؟.... هتي دڪانن تي ته الائي ڪيترا ٻار پڃرن ۾ بند آهن. ڪارا ۽ گورا ٻار سڀ الف اگهاڙا... هر رنگ نسل جا ٻار پڃرن ۾ هلبا ڦربا پئي ۽ هر ايندڙ ويندڙ ڏي ڏاڍي اميد سان ڏسندا رهيا.

— هان!... ٻار، دڪانن تي، پڃرن ۾ بند؟!... ٻڌندي ذري گهٽ مونکان دانهن نڪري وئي.

— ڇڏي ڏيو، انهن کي کولي ڇڏيو. انهن کي آزاد ڪري ڇڏيو، هي ٻارڙا، ڪنهنجا آهن؟...

۽ هڪ ماڻهو، جيڪو هوبهو مون جهڙو هو، منهنجي ويجهو آيو ۽ چيائين "تون هن شهر ۾ نئون ٿو ڏسجين؟".

— نه هيءَ ته منهنجو پنهنجو شهر آهي. منهنجو پنهنجو... پر مون ڪڏهن به، پر مون ڪڏهن به هن ريت ٻارڙن کي جانورن جيان پڃرن ۾ بند ڪين ڏٺو هو. ڪنهنجا ٻار آهن هي؟...

اهو ماڻهو منهنجون ڳالهيون ٻڌي ڏاڍو وائڙو ٿي ويو، چيائين:

— هي ٻار آهن. انسانن جا ٻار، هتي ٻار به وڪيا ويندا آهن. توکي ٻار گهرجي ته خريد ڪري وٺ.

— هي ٻار وڪامڻ لاءِ آهن؟... نه نه، مونکي اعتبار نٿو اچي، ڪابه ماءُ، ڪوبه پيءُ پنهنجو ٻار ڪين وڪڻي سگهي. ڪوبه پنهنجا ٻار نه... انهن کي نٿو سگهي!...

آهو ماڻهو مرڪيو.

— تو ڪڏهن [illegible] آهي. آئون

پنهنجا [illegible] جي ڏني [illegible]

ڳالهيون ٿي ڪين ڪرين ها، هلندو اچ ... ۽ پوءِ هو مونکي هڪ دڪان اندر ٻچڙن جي بلڪل ويجهو وٺي ويو ۽ چيائين: ڏس، غور سان ڏس. انهن ٻچڙن ۾ توکي ساري ڌرتيءَ جي هر رنگ ۽ نسل جا ٻار ملي ويندا. آئون پاڻ دڪاندار آهيان. اسين هر ملڪ مان ٻارڙا گهرائيندا آهيون...

۽ آئون حيرت ۾ حيران ٿي ٻارڙن ۾ ڏاڍي غور سان ڏسڻ لڳس. سڀ ڪاسيا پئي. ٽهڪڙا پئي ڏنائون. ۽ ٻار وڪڻڻ واري ٻڌايو ته:

— هن وقت اسان وٽ ڪاڪا شوائيڊ، مينگولائيڊ ۽ نيوگورائيڊ مطلب ته ٽنهي نسلن ۽ قسمن جا ٻار موجود آهن. هاڻ ٻڌاءِ ته توکي ڪهڙي نسل جو ٻار گهرجي؟...

— پائي، مونکي ته پنهنجو ٻار گهرجي منهنجو پنهنجو ڇوڪرو.

— تنهنجو ٻار؟ ! ... هاڻ سمجهيم ته تو وٽ به ٻار آهي. ڇا تون انکي وڪڻڻ ٿو گهرين؟... هن جي ڳالهه تي مونکان ڪاوڙ مان دانهن نڪري وئي:

— ٻار وڪڻڻ لاءِ ته نه هوندا آهن. اسين ٻار ڪونه وڪڻون، مان پنهنجو ٻار ڳولڻ آيو آهيان؟...

— اها ڪهڙي وڏي ڳالهه ٿي پئي. هنن مان ٿي ڪو خريد ڪري وٺ. ٻار ته سڀن جا هڪ جهڙا ٿي هوندا آهن.

ان ماڻهوءَ اها ڳالهه ڏاڍي لاپرواهيءَ سان چئي ۽ پوءِ وڏي آڙ ۽ ڪاپ واپاريءَ جيان وري ڳالهائڻ لڳو.

— ڏس، اسان وٽ هر قسم جا ٻار موجود آهن. هي جي نيوگورائيڊز ٻار آهن، انهن جو اصل ماڳ براعظم ايفريڪا آهي. سڄي دنيا انهن کي غلام رکڻ لاءِ وڏيءَ جا ڪوڙ ۾ آهي.

— ۽ هي جي ڪاٻي پاسي وارن ٻچڙن ۾ پورا ٻارڙا ويٺا آهن؟...

— هاها ... هن منهنجي ڳالهه ٽي هڪدم سمجهي ورندي ورائيو :

— انهن جو تعلق ڪاڪا شوائيڊز نسل سان آهي. الاهين وڏن ملڪن ۾، انهن نيوگورائيڊز نسل جي ماڻهن سان جانورن کان به وڌ بڇڙو ورتاءُ ڪيو ويندو آهي، هوڏانهن به ادو نسل پاڻ کي ڏاڍو نيمڪحلال ثابت ڪرائيندو پئي آيو آهي. پاڻ ڪنهن مٿان ظلم نه ڪندا آهن. اها انهن جي خاصيت آهي. هي وڏا ڏاڍا طاقت ور ۽ رانديڪر ٿيندا آهن. اوهان هي نيوگورائيڊ ٻار خريد ڪيو ته ڏاڍو سٺو، ڏاڍا ايماندار ٿيندا آهن. جي مونتي اعتبار نٿو اچي ته ايندڙ زمانن ۾ انهن جي ٻچڙن ۾ جي پيڙيون لڳيون آهن، انهن جا نشان اڳواٽ سندن ٻچڙن ۾ ڏسي ڇڏ.



— هون ... ته ... ته ... الائي ڇو مونکي اهو سڀ ته پيو لڳي ! ... مان ٿوري گهٽ ڏهڪجي ويس ۽ ٿي ... ٿي نهاري چيم:

— ٻيا هي ٻي شڪل منهاندين وارا ڪهڙي نسل جا آهن؟... مون پڇيو :

— هي انهن رهڻ لوڪ آهن، جي آسٽريليا جا اصل رهاڪو آهن. انهن تي ڪاڪا شوائيڊ گورن گورن سان ساري ختم ڪري ڇڏيو ۽ تمام ٿورڙن ٿي ڇڏيو انڪري ڇڏيو ويو ته نمائش طور ساهن سلامتن ٿي ڏيکاريا ويچن. اها وڏي امن پسند ۽ معصوم مخلوق آهي، هي ڪارا ڪهمث ۽ غور سان ڏسڻ سان ڏرا وڏا لڳندا آهن، ڏسڻ پيو نه؟ اهي ايشيا جا اصلوڪا رهواسي آهن، جنکي شودر يا اڇوت به چئي سگهجي ٿو، يا انهن کي دراوڙ ۽ پوءِ سماٽيڊز لوڪ پنهنجي بک مٽائڻ لاءِ انهن کي حبشي ڳولهي ويا ! اڄ ڪلهه اهي ڏاڍا ڏڌا ٿا ملن. ٿورڙا ٿي بچي ويا آهن. ڪنهن کي ته خريد ڪري وٺ ..

۽ هو ريان هو ريان مونکي انهن ٻارڙن سان ڏاڍي همدردي پيدا ٿين لڳي... مون هاڻ چاهيو ٿي ته انهن ٻارڙن جي ابن به وڌ کان نفس سان جان حاصل ڪريان. ان لاءِ ته مون کي پنهنجو وڃايل ٻار به وسري ويو هو. مون ڪانئس پڇيو:

— ٻيلا هي نهڙين اکين وارا ڪڻڪمنا زرد ٻارڙا ڪٿان آندا اٿئي؟...

هو منهنجي ان ڳالهه جي ڪري ڏاڍو خوش ٿيو. شايد انڪري ته مان ڪجهه نه ڪجهه ضرور وٺندس. هو منهنجيءَ ڳالهه جو جواب ڏيڻ لڳو.

— هي مينگولائيڊز نسل جا آهن. وچ ايشيا کان پوريءَ دنيا ۾ ڦهلجي ويا. هي ڏاڍا جانمرد، محنتي ۽ ڏاڍا سٺا ويڙهو آهن. هي ماڻهو پنهنجو مطلب ماڻڻ لاءِ گهڻ ٻاري، ڏاري ڏسڻ وارا آهن. ڪڏهن ڏاڍا قابل اعتماد دوست ۽ ڪڏهن بدترين دشمن ثابت ٿيندا آهن. انهن مٿان چنگيزين ۽ تاتارين ڏاڍا حملا ڪيا. انهن مٿان ايٽم بم ڪيرايا ويا. انهن

— نہ ... مونکي اهي نڪ ميڻا، نہ ڏيڍڙن نڪن وارا ٻار نہ کپن، پر ... هيئن ڪر، مونکي هنن ٻارڙن جي ٻاري ۾ ٻڌاءِ. اهي ڪير آهن ؟

— منهنجي ڳالهہ واپاري کي ڏاڍي ڏکي لڳي، هو شڪي ٿي مون ۾ نهارڻ لڳو.

— بابا توکي جي ڪجهہ وٺڻو آهي تہ اها ڳالهہ ڪر. مون تہ اها پڇڻي بہ نہ ڪئي آهي.

— اهي ڪُڪا شوائيبز آهن. انهن لاءِ تہ اڳ ئي چئي چڪو آهيان تہ هي ماڻهو پاڻکي دنيا جو حاڪم سمجهندا آهن. هنن کي رڳو حڪومت ڪرڻ ۾ مزو ايندو آهي. ڪارن ۽ زرد ماڻهن جو رت وهائڻ، انهن لاءِ ڪا اهميت ئي نہ رکندو آهي. انهن ڪيتري ڏيهہ، ڪيتري پرڏيهہ ۾ رت جون هوليون نہ ملهايون آهن. وڏا سازشي، جنهن حڪومت جو چاهين، تختو اونڌو ڪري ڇڏين. هي رتو چاڻ پريل سياسي راند جا کيڏاري آهن. ڏس، هي الپائين گورا آهن، هي نارڊڪ آهن ۽ هو سيمائيٽز آهن. مان بہ سيمائيٽز آهيان ۽ تون بہ. اڄ سڀائين هنن مان ڪوبہ هڪ خريد ڪري وٺ، دنيا تي حڪومت ڪندين...

۽ مونکي ياد آيو ته مان تہ چوچو جي تلاش ۾ آهيان. پنهنجي ٻار جي تلاش ۾. مون ڏاڍيءَ نيزاري سان ڪانئس پڇيو :

— ڇا هنن ۾ منهنجو ٻار تہ آهي ڪونہ. منهنجو پنهنجو چوچو. ڏس متان انهن ۾ هجي. جيترا پئسا چوندين اوترا ڏيندو سانءِ ...

ڪن لاءِ دڪاندار مون ۾ نهاريندو رهيو.

— تنهنجي ٻار ڪيئي گم ٿي ڪيترا ڏهاڙا ٿيا آهن ؟

— اڄ ... اڄ ئي گم ٿيو آهي.

— اڄ ! ... هن وڏيءَ سوچ سان ٻانمرادو ٿڪي مونڏانهن نهاريو :

— پر اڄ تہ اسان ڪوبہ ٻار نہ خريد ڪيو آهي ! ...

مون عجب ۾ اچي وري پڇيس تہ :

— اوهان اهي ٻار ڪٿان خريد ڪندا آهيو؟...

— اسين ... اسين سڄي دنيا مان ٻار خريد ڪندا آهيون. سڄي دنيا ۾ اسانجون ايجنسيون آهن. ۾ ڏسڻ لاءِ وري اڳتي وڌيس. هو ڪئي ٻہ ڪونہ هو، البت موچوءَ جي سهانڊن وارو هڪ پيارو ٻار، ڏاڍي آس مان مونکي ڏسي رهيو هو.

— هي ٻار هتي ڪٿان ڪان آهي.

اسان وٽ يتيم ٻار، يتيمخاني وارا ڪٺي ايندا آهن. ڪارا ۽ بيمار ٻار انهن جا بکايل پيئر ۽ مائرون وڪڻي ويندا آهن. باقي جوڏس هلندڙ جنگ مان جيترا بچي وڃڻ وارا ٻارڙا اسين پاڻ وٺي ايندا آهيون. پر هن پيري ٻار ڪوڙ مليا آهن. هي ٻارڙن جو عالمي سال ئي تہ آهي سائين.

سندس ڳالهہ تي مون اڳتي وڌي، هڪ هڪ ٻار کي غور سان ڏسڻ شروع ڪيو. هنن ائين پئي سمجهيو تہ مان سندن خريدار آهيان. انهن مان هر ٻار مونڏانهن ڏاڍين نماڻين حسرت ڀريل نيڻن سان نهاري رهيو هو. هر ڪنهن جي اندر ۾ چڻ اهائي آس هئي تہ مان اهو ٻار خريد ڪريان. مان پڃرن جي چوڌاريءَ گهمندي اوچتو هڪ ٻار کي ڏسي ڇرڪي ويس!

— يا خدا ! هي تہ منهنجو چوچو آهي! ڊنل، هيسيل... آگهاڙو، هنجا ڪپڙا ڪاڏي ويا!... ”چوچوا“ منهنجي وات مان رڙ نڪري وئي. پر هن جواب ڪونہ ڏنو. مان ڊوڙندو آن شخص وٽ پهتس :

— منهنجو چوچو ! هوڏس، هن پڃري ۾ بند آهي. هنکي ٻاهر ڪڍو، آزاد ڪريو. آزاديءَ جي جيڪا بہ قيمت لڳايو ته مونکان وٺو. چوچو مونکي موٽائي ڏيو.

— خاموش ٿي وڃ تہ سٺو. رڙين جي ضرورت ڪانهي، هيءَ آزاديءَ جي قيمت جي ڪا خبر بہ اٿئي؟ اهو ماڻهو ڪاوڙ مان چوڻ لڳو. مان توکي اڳ ۾ ئي ٻڌائي چڪو آهيان تہ اڄ اسان ڪوبہ ٻار خريد نہ ڪيو آهي.

— پوءِ هي ڪنهنجو ٻار آهي، هي مونسان ڳالهائي ڇو نٿو؟ !... هي چوچو آهي، منهنجو.. ٻڌاءِ نہ ڳالهائي ڇو نٿو؟...

— هي ٻارڙا اڃان ڪنهنجي بہ ٻولي نٿا سمجهن. هن جي ڪائي ٻولي ڪانهين، هي معصومڙا زبانن جي چڪر کان محفوظ آهن.

— ڇا ؟...

— جي ها، نہ ئي هنن جو ڪو مذهب آهي. انهن مان تون جنهنکي خريد ڪندين اهو تنهنجو مذهب اختيار ڪندو ۽ تنهنجي ٻولي ڳالهائيندو.

— پوءِ منهنجي چوچوءَ لاءِ ڪيترا سڪا ڏيڻا پوندا ؟... اهو پڇي مان چوچوءَ ڏي پڃري ڏي وڌيس، جيئن ۾ ڪڍون. پوءِ بہ اهي اتي جا اتي، اڄ بہ انهن ۾ سڄي دنيا تي ڇانئجي وڃڻ جي طاقت آهي. هڪ ٻار وٺي ڇڏ. فائدي ۾ رهندين...

— هي تنهنجي ڏيهه جو نه، پرڏيهه جو آهي.
مون پليو آهين...

هن جي ڳالهه تي مون حواس سنڀالڻ جي
ڪوشش ڪندي، ڪجهه ٻارڙن ڏانهن اشارو
ڪري هن کان سوال پڇيو:

— پلا هنن جا هٿ، گهڻن جي پيشاني
ٻارڙن جيان ڦهليل ڇو آهن؟... منهنجي ڳالهه
تي هن ڪجهه بيزاريءَ مان ورائيو:

— انڪري ته آهي سڀ ٻارڙا انهن ملڪن
مان واسطو رکن ٿا جيڪي ملڪ ٻاهرين ملڪن
جي امداد تي ٽڳيندا آهن، اهي امداد وصول ڪرڻ
۾ فخر محسوس ڪندا آهن. هي پنهنجن جي ٻڏيءَ
تي لت ڏيندي خوشي محسوس ڪندا آهن. اندران
ڪجهه هوندا آهن ۽ ٻاهران ڪجهه. سدائين سانڊي
جيان پيا رنگ مٽائيندا آهن.

اوچتو زور زور سان جنگ جي سائرن جي
آوازن سان شهر ۾ ڄڻ ماندائي مچي ويو، ماڻهو
هوڏانهن هيڏانهن ڀڄڻ لڳا. مون ڏٺو ته دڪاندار
۽ بيرا ڇڏي ٽڪو ٽڪو ٻڪندو گم ٿي ويو. ڀڄڻ
وارا سڀ هڪجهڙي شڪل هوبهو مون جهڙي هئي. ڪن لاءِ
ائين ڀاسيو ڄڻ اهو ٻسار خريد ڪندڙ ۽ وڪڻندڙ
آئون پاڻ هئس.

— هڪ اهو جيڪو پيچي رهيو هو ۽ هڪ مان
جو پنڌپهڻ جيان بيٺو هئس- ۽ ڀڄڻ وارا ڇني رهيا
هئا پڇو نه ته نشٽ ٿي ويندؤ. مان ٿورو پوئتي
هٽي، حيرت ۾ حيران سڄي ماجرا ڏسندو رهيس.
ماڻهو هڪ ٻئي سان وڙهي رهيا هئا. پهڻن جا ڄڻ
مينهن وسڻ لڳا. هڪڙا لٺين ڪهاڙين سان ته پيا
بندوقن ۽ ترارن سان رتوڇاڻ ڪري رهيا هئا.
اوچتو آڪاس مان بمبار جهازن زوزن سان بم ڇڏيا.
هڪ بم ويڪو ٻارڙن مٿان ڪريو هو، تماڪي
مان ٻارڙن جي هڪڙي ٽي دانهن فضا ۾ آيري
۽ پوءِ ماٺ ڇانئجي وئي! مان ڄڻ ٻوڙو ٿي چڪو
هئس. مان رت ڳاڙهو پور پسور ٻچڙن جي وکريل
ٽڪرن کي ڏسندو رهيس. سڄو رت هيٺاهين ڏانهن
ڊوڙي رهيو هو، سڀني جو رت هڪ ئي رنگ جو
هو. رت، جيڪو نه زرد هو، نه بورو، نه ڪارو
نه نيرو. رت آوشا ۽ سنڌيا جي رنگن جيان ڳاڙهو
ڪنهبو هو ۽ اهو رت وکڻ جهڙيءَ هيٺاهين
جاءِ تي گڏ ٿي رهيو هو. هڪ وڏي ڪاهيءَ ۾ اشام
جي سنڌيا جيان، ڄڻ پولارن ۾ پکڙجي ويو. مون
ڏٺو، سڀني ٻارڙن جون سيريون ته هيون پر ڌڙن

جو نشان به ڪين هو. مون ڏٺو ته انهن جي معصوم
جسمن مان سفيد روح اڇن ڪبوترن جيان آڪاس
ڏانهن اڏامندا ٿي ويا. مون هر ٻار جي پيشانيءَ کي
پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي، ڄڻ سڀ شڪايت
ڪري رهيا هئا ته تون اسان مان ڪنهن به هڪ
کي خريد ڪري، انهي بند پڃري مان آزاد ڪرائي
سگهئين پئي. تون ته هر ڪنهن کي خريد ڪرائي
سگهئين ٿي. هاڻ اسين آزاد آهيون ۽ انهيءَ آزاديءَ
جي قيمت اسان پاڻ ڏني آهي.

۽ مون ڏٺو، هو سڀ مرڪي رهيا هئا.
زرد، گورا، ڪارا، سانورا، نيرا مکڙا گلن جهڙا.

— يارب، هنن سڀني جا چهرا هڪ جهڙا
آهن، ساڳيون شڪليون!... هي رنگ پلا آهي
ڇا؟... هي سڀ ڇوڇو آهن. هي سڀ ڪنهنجا ٻار
هئا؟ هنن کي ڪنهن قتل ڪيو؟ ۽ مان پاڻ ۾
ڏهڪاو کان خونيءَ جيان ڀڄڻ لڳس. ۽ ڀڄندي
ڀڄندي ڏٺم ته ماڻهو اڃان، تائين پاڻ ۾ وڙهي رهيا
هئا. مرڻ مارڻ ۽ مارڻ وارن جون شڪليون به
ساڳيون هيون.

— مان قاتل آهيان، خوني آهيان... مان
رڙندو رانيات ڪندو ڊوڙندو ٿي ويس، ۽
منهنجي پٺيان منهنجي ئي شبيهه وارو هڪ ٻيو ماڻهو
ڊوڙي رهيو هو، هو جڏهن منهنجي ويجهو پهتو ته
پنهنجي تلوار منهنجي هٿ ۾ ڏيندي چيائين:

— تون قاتل آهين. هاڻ توکي پنهنجي
حفاظت جي ضرورت آهي. اهو چئي آهو ماڻهو پري
نڪري ويو ۽ آئون ترار هٿ ۾ کڻي، ڊوڙندو
رهيس، ڊوڙندو رهيس. ۽ نه ڄاڻي ڪيتريون
صديون گذري ويون.

انهيءَ گهٽيءَ جي موڙ تي ساڳيو بزرگ
مونکي مليو. آهو ئي نوراني مک.

— بيهه رهه... ۽ هنجي او نڇي آواز تي
آئون بيهي ويس. هن چيو "هشيار اڇلاءِ". ۽ مون
ڏٺو، منهنجي هٿ ۾ ڪابه شيءِ نه هئي. مان
خوف کان ڊوڙندو گهر پهتس.

۽ اڱڻ ۾ منهنجو ٻار ميڻ بتين ۽ ڪتابن
سان کيڏي رهيو هو. ڄڻ هڪ سپنو ٽٽي ويو هو. مان
پنهنجي ٻار کي ڪٺي حيرت سان ڏسڻ لڳس ۽
کيس پيار مان ڇاتيءَ سان لڳايم. ۽ ڇوڇو پنهنجي
ٻاتي ٻوليءَ سان چوڻ لڳو:

— بابا... تون ڪاڏي گم ٿي
ويو هئين؟

# انامر ڪهاڻي / ساٿول

مان جڏهن صبح جي پنڌ تي ويندو آهيان، تڏهن هو به مون سان گڏجي ويندو آهي. ان آخري موڙ تان هو به منهنجي وک سان وک ملائي هلندو آهي. نالو نه ٿو ڄاڻان منهنجو ڇيو آهي، نه ٿي وري مون ان جي ضرورت به ڪيئي آهي! ان موڙ کان پوءِ ميدان شروع ٿي ويندو آهي. ۽ هو ان جي چيڙي تائين ڳالهائيندو هلندو آهي مون سان.

هو ڳالهه ڪري ڪهاڻيءَ جي ڏينک ۾ پڌائيندو هو. منهنجي به ڪهاڻي - ڪلا ۾ رچي هئي ۽ مون کوڙ پيــرا سوچيو هو، ته هن کي چوان ته هو ڪهاڻيون ڇو نه ٿو لکي ؟! پاڻ ئي چيو هئائين :

”جيڪي ماڻهو ڪهاڻيون پڌائيندا آهن، اهي لکي نه سگهندا آهن. هو نئين به ڪهاڻي لکڻ جي ضرورت ئي ڪيئي آهي. مسئلو ته وري به پاڻ کي ايڪسپريس ڪرڻ جو ئي آهي نه ! اهو ڪنهن سان به سور اورڻ سان نسبري ٿو وڃي، پوءِ چاهي توهين ڪنهن پٿ کي ئي ڇو نه پڌائي ڇڏيو.“

نه ڄيــا هو مون کي به پٽ ٿو سمجهي! مان جو هن کي هيڏي ڏيان گهران سان پڌندو آهيان؟

”ڪنهن به ماڻهوءَ کان پٽ وري به سٺي آهي پٽ کي ڪن ته هوندا آهن؛ پروات نه. ڳالهه کي ائين ڳهي وينــدي، جــڻ ته هئي ئي ڪانه ۽ نه ئي پٽ توهان جي پڌايل ڪهاڻيءَ کي پنهنجي نالي سان ڇپائي سگهي ٿي!؟

مون ڏٺو ته مون کي هن جي ڪهاڻين پڌڻ جي جهڙيڪر چــوس پنجي وئي هئي. هر شام مان پنهنجي ڏينهن جو اوسيئڙو ڪيندو هوس.

ڪلاس هلندي - ڪنٽين ۾ - لائيبريءَ ۾ - هر هر منهنجو ڌيان هن ڏانهن هليو ويندو هو. ڪم ته اڳي به ٿي ويندو هوس پنهنجو پاڻ ۾ ... ۽ ... هوءَ جــا منهنجي اهترو ويجهو ڇڪجي آئي ما به رڳو ان ڪري . هڪ پيري ڪاريڊور ۾ سڌي مون ڏانهن هلي آئي :

”توهان ڪوي آهيو.“ هوءَ جا پاڻ ڪريتا هئي، مون کان اهڙو سوال ڪري رهي هئي.

”نه، مان ڪهاڻيڪار آهيان.“ مون چيو هو،

۽ پوءِ هوءَ ۽ مان پريوس جا پنهنجي سيمسٽر هڪ شام به نه وڇڙياسين؛ پر ان شام، جڏهن پنهنجي ڏينهن جو وسيئڙو منهنجي اکين ۾ لهي آيو هو، هوءَ رهي نه سگهي :

”تون هن پل هيءَ ناهين !“

”هون ن ن ... !“

”ڪٿ آهي ؟“

”تو ڪي ملائيندس ڪڏهن هن سان.“

”نالو ڇا اٿس ؟“

”[illegible] !“

”[illegible] ؟“

”[illegible] !“

[illegible]

[illegible]

[illegible]

جي رات [illegible] لاڄ ٿي، سيڱون، پيرمير، جهڙا چمار ... [illegible] ڪراڙ ... سپ... گجيءَ ۾ ڳارا وجهيو اچي پٽ ٿي ويٺــا هوندا هئا ۽ سرسوتي [illegible] ديويءَ جي روپ ۾ لهي ايندي هئي پاڻ.“

اها هڪ اداس شام هئي.

”هاسٽل لائيف ڪيڏي نه بورنگ آهي. جهڙو جيل. تو ڪڏهن پڙهي آهي هاسٽل لائيف.“

”ها. اسڪول ايج ۾ مون به ڪاٽي آهي، پنج سال هاسٽل لائيف ... پسر هن هاسٽل جي باونڊريءَ تان پاهر وڌو ته ماهي اوپن جيل شروع ٿي ٿو رهي، جنهن ۾ اسين جنبي آهيون.“

”پر هن جيل ۾ به ڪي قيدي ڏاڍا خوش آهن. هو سامهون به ڇوڪريون ڏس“ هوءَ چيڏانهن

ڏسي رهي هئي اوڏانهن مون کي ڪنڌ ورائي ڏسڻو پيو. ”اهي جيڪي ڪسنگ ڪري رهيون آهن، پنهنجي جو شهر ۾ گهر آهي؛ پر هي ٽن سالن کان هتي هاسٽل ۾ هڪ ئي روم ۾ آهن. ڏي نيو پرائويسي، جسٽ اونلي پرائيويسي!“

”ها پرائيويسي. اڄ جي انسان جو سڀ کان مکيه مسئلو. پرائيويسي، جيڪا اسان جي رينج کان ٻاهر آهي. اسان جي نصيب ۾ ئي ناهي، پنهنجي اندر ۾ به نه.“ جنهن پاسي اهي ڇوڪريون ويون هيون، اتان پوئيٽ ۾ ٽهڪ ٽو ٻري، جيڪو مون کي الاهه جو سولو سڌڪو ٿو پاسي.“

۽ ان صبح هو جانيءَ جي ڳالهه ڪري رهيو هو. جانيءَ جو ذڪر هو اڪثر ڪندو هو. جاني هو ڪير؟! اهو به پاڻ ئي ٻڌايو هئائين:

”جاني هڪ مهان چترڪار هو. رت جي رڱ لاءِ هن پنهنجي آڱر کي ڇلي ڇڏيو هو. رت جي اها ڌار ائين پاسندي هئي، ڄڻ چتر مان ٽيپو ٽيپو ٿي هيٺ وهڻ لڳندي. آرٽس ڪائونسل ۾ جانيءَ جي چترڪاريءَ جو نمائش ٿيو هو هڪ ڪاموري هٿان. تڏهن جانيءَ کي ان تي ميڙائڻ ڪا سولي ڳالهه ٿورو ئي هئي! هن ته ها ڪري جهڙوڪر زهر جو ڍڪ پريو هو ۽ جڏهن ان ڪاموري جانيءَ جي هڪ چتر ”ماٺ جو شهر“ تي ٽيڪا ٽپڻي ڪئي هئي، تڏهن جاني ٻهرين نه پائيپ پيئندو، ان ڪاموري ڏانهن ڏسندو رهيو هو ۽ مون چاتو ٿي جانيءَ جي ان ماٺ پٺيان ڪيڏا نه طوفان لڪل هئا! پوءِ ست ڏني ان چتر کي اسٽينڊ تان لاهي ڦاڙي جاني ٻاهر نڪري هليو ويو هو. اهو جانيءَ جي پينٽنگز جو ٻهريون ۽ آخري نمائش هو.“

ڏها ڳڻ جي سينڌ جهڙي اجڙيل اجڙيل شام هئي اها.

”سياڻي تائين ته ترسي سگهين ٿي!“

”۽ ڪلهه ۽ اڄ وانگي سياڻي به تون ساڳي ڳالهه ڪندين! سڄي هاسٽل خالي ڪرائي ڇڏي اٿن. سڀ ڇوڪريون گهرن ڏانهن هليون ويون آهن؛ سواءِ انهن ٻن ڇوڪرين جي ۽ تي مان آهيان. رات جو جڏهن اهي ٻئي ڪمري ۾ واڙجي ويندڙيون آهن، تڏهن اڪيلائيءَ جو احساس هانءُ ۾ ڀالي جيان کپي ويندو آهي.“

”پر اهي سڀ ڇوڪريون حالتن ۾ ڦاپر اڄڻ کان پوءِ واپس به ته ورنديون نه!“

”ها. ۽ نه ورنديون ته هي رنگ رتيون شامون نه ورنديون.“

”تون چاهين ته اهي رنگ رتيون شامون سهائي رات به ٿي سگهن ٿيون!؟“

”اسان جي چاهڻ نه چاهڻ سان ڀلا ڇا ٿو ٿئي! ۽ توکي ته خبر آهي، ته اسان جي فيملي سخت سونُر فيملي آهي.“

”پر تون ته پڙهيل ڳڙهيل آهين — بالغ آهين — وات وڪيل آهين — !“

”مان پنهنجي خاندان جي ٻهرين ڇوڪري آهيان، جيڪا يونيورسٽيءَ تائين پهتي آهيان ۽ مان ڪوبه اهڙو اگروشال نٿي بنجڻ چاهيان. جو منهنجي خاندان جي ٻين ڇوڪرين لاءِ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ جون سڀ واهون بند ٿي وڃن!؟“

ٿوري دير لاءِ گهور ماٺ ڇانئجي ٿي وڃي. چاڻ الاهه ڪٿان وڇوڙي جي ويل اچي ڪڙڪندي.

”بهرحال تون سياڻي نه ويندينءَ! اهها ئي منهنجي آخري وينتي آهي.“

اهو ڏنڌ ۾ وڪوڙيل صبح هو.

۽ هو جوانيءَ بابت ٻڌائي رهيو هو، ته ڪيئن هو ڪرسمس جي رات گرجا مان عبادت تان موٽندي ان پوسل واري ڪهڻيءَ ۾ هڪ ڪلر تان آنڙيسو هو ۽ ڪلر جا ڪوڪراٽ پنجي ويا هئا؛ پر ڪهڻيءَ ۾ ڪنهن به گهر جي ڪڙڪي نه کلي هئي ۽ جاني ان ڪلر کي ڳرانسي رنو هو — رڙيو هو — نڙي ڦاڙي اوڇنگارون ڏنيون هئائين؛ پر ڪهڻيءَ ۾ ڪنهن به گهر جو در نه کليو هو. ڄڻ ته راستو هو پيو هو ۽ سڀ مارجي ويا هئا. ۽ پوءِ جاني، ان ڪلر کي پنهنجي اوورڪوٽ ۾ ويڙهي پٺرائين پٺ تي ٽهڪ ڏياري نهڪ ڏيندو ڊوڙندو ويو هو ان ڪيٿيڊرل ڏانهن ۽ ان ئي رات پاڻ کي واڙي، اسٽوڊيو کي باهه ڏئي ڇڏي هئي ۽ ڏياٽيون ڏياٽيون آڱريون سدا لاءِ وسامي ويون هيون.

ان دونهاٽيل دونهاٽيل شام جو هوءَ منهنجي اڳيان ويٺي هئي. ٻئي چپ هئاسين، ڳالهائڻ لاءِ ڄڻ ٻنهي وٽ ڪجهه به نه هو. ٻريان وڻن جي جهڙ مان ٻڌينٽ ۾ هڪ ٽهڪ ٻريو، جيڪو مون کي سولو سڌڪو پاسيو هو!

ان آخري موڙ تان مون هن جي وڪ سان وڪ ملائي ڇڏي:

”اي ٻانڪ ڇاڙهيءَ تي ڪاپ شانتي لاءِ پاڻ ڪاڻي ڪا آهي! اٿي ته هڪ ٻلازا آهي!!!

۽ جانيءَ ڏاڍي ڪنهن ٻئي چترڪار جي آرٽس ڪائونسل ۾ ڪوبه نمائش پيماءُ ڪونه ٿيو هو!!! ۽ ... ... !!! !!!“

قمر شهباز

# سوال جواب

دين محمد سومرو ـــ حيدرآباد

س: مون کي ڏاڍي ويسر ٿئي ٿي، خاص ڪري جڏهن ريشمي ڳليءَ وڃان ته اتي اهو وسري ويندو آهي ته ڇا وٺڻو اٿم.

ج: ايءَ ڪٿي ڳالهه آهي. جسي فرمائش جي اهو حال رهيو ته پوءِ نه رڳو ريشمي ڳلي وڃڻ وسري ويندو پر پوءِ زال جي خوف کان گهر موٽڻ به وسري ويندو پوتارا

س: ساٺهو الاجي ڇو سئنيما ۾ فلم ڏسڻ بدران گهڻو ڪري هيڏانهن هوڏانهن ڏسندا رهندا آهن.

ج: سڀ نه ـــ صرف آهي جن سان گڏ پنهنجون گهر واريون نه هونديون آهن.

عبدالغني بلوچ ـــ ميرپورخاص

س: مون پڙهو آهي ته ريڊيو تي گلر پٽ جي ڏاڍي جو پارٽ توهان ادا ڪندا آهيو؟ جي اهو سچ آهي ته سڦي صداڪاريءَ تي منهنجون مبارڪون قبول ڪندا.

ج: توهان ايتو پڙهو آهي، هاڻي پڙهايو ته مبارڪون ڪنهن کي ڏيان. ڏاڏي کي، پوڙي کي يا توهان کي؟ ڪنن جي ڪوڏائي ڪرايو. محڪمہ آثار قديمه وارن کي ڪافي مال ملي ويندو.

س: هڪ دوست دعوي ٿو ڪري ته هو سا ڳئي وقت شاعر اديب مقرر اداڪار صداڪار مصور ۽ آل رائونڊر آرٽسٽ هئڻ سان گڏوگڏ صحافي به آهي. ايتري خوبين واري هر فن مولا کي ڇا چئجي؟

ج: قمر شهباز.

محمد حسن بوڪي ـــ ملير

س: منهنجو سوٽ ڇپي ۾ ميسوا ڪٿي شهر ۾ وڪڻندو آهي. گهڻو ڪري طارق روڊ ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن بنا ميون جي خالي ڇبو ڪٿي به اتي تو وڃي ڇا ٿيو اٿس؟

ج: پهريون توهان اهو پڙهايو ته توهان جو سوٽ جڏهن بنا ميون جي خالي ڇبو ڪٿي طارق روڊ ويندو آهي، تڏهن ٻهارو به ساڻ ڪندو آهي يا نه؟

س: اسان جو ڳوٺ ملير ۾ آهي. ڪن ڇڱن ڪان اتي رهون ٿا، پر نه رستو آهي نه بجلي، نه پاڻي ۽ نه وري ڪو اسڪول يا اسپتال ڪجهه ڪونهي. هوڏانهن اسان جي ڪنهن پاسي ۾ سڀ ڪجهه آهي. اهو ڇو؟

ج: ماڙنيءَ جي وارثن کي اڄ آسائشون ڇو ياد آيون آهن؟ اڄ به لوئي لاهيو ته هر شيءِ حاضر ٿي ويندي.

شفيع محمد پليجو ـــ جنگشاهي

س: هڪ عورت جا گونگي، ٻوڙي ۽ انڌي آهي، سندس مڙس مري ويو آهي. ان کي سندس مڙس جي مرڻ جي ڪهڙي طرح خبر ڏيون؟

ج: توهان ڇا ٿا سمجهو ته اهڙي عورت کي اڳواٽ خبر نه هوندي؟ هونءَ به خبر ڏيڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي آهي؟ مهيني کن ۾ پاڻ ئي سمجهي ويندي.

س: اسان جي ڳوٺ جي چوگرد هڪ جابلو نئين برسات ۾ وهندي آهي. اها ڏهاڪو سالن کان ديويءَ جي وٽن جي وڏي جهنگ ٿيڻ ڪري پنهنجو رخ ڦيرائي رهي آهي. وس ۾ هميشه ڳوٺ ٻڏڻ جو خطرو آهي صلاح ڏيو ڇا ڪريون.

ج: برسات جو انتظار ڪيو. ڳوٺ ٻڏي نه ٻڏي، توهان اها هام ڪهوڙا ڪيو. اها هام ڪهوڙا ڪيو جو ڪراهيءَ وارا به دنگ رهجي وڃن. وري نه شهيدن سان ڇرها ڪن.

محمد هاشم قاضي ـــ لاڙڪاڻو

س: گهر ۾ هر هفتي ٽري اينڊ مهمانن کي ڇا چئجي ۽ انهن جي ڪهڙي خدمت ڪجي؟

ج: ڪين گهر جو ٻاٽي ڪجي، سگ ڏجي يا
ونجي، يا خريد ڪري ڏجي.

س: رلل محبوب کي پرچائڻ جو ڪو آسان ۽ سستو نسخو ٻڌائيندا.

ج: ڪيسو ڪوڙڪايو، زور زور سان، اچا زور سان، گهٽي زور سان. (سندس ڀلي، پنهنجو).

مجتبيٰ قادري —— نوابشاهه

س: شاهه جو اهڙو بيت ٻڌائيندا جنهن تي سنڌين عمل ڪيو هجي.

ج: ٻائي مٺنهن موٽي ۾ غيرت سان گذاره

سڪينا ميمڻ —— حيدرآباد

ڪي ڪي ماڻهو گهر ناٽي ٿيڻ چو نٿا پسند ڪن؟ اڻين به چوندا آهن ته وڏن شهرن ۾ جوهه ملي پر جاهه نه ملي ۽ گهر نالي ڪسي ته ٻئي شيون ٿيون ملن.

ج: جوهه ۽ جاءِ ڪان سواءِ خونخوار ۽ خطرناڪ ۽ خوفائتا سٽس ۽ سهرو به ته ملندا آهن. اهڙن ماڻهن کي نه ڪي ايم سيءَ جو گٽر پوڙي سگهندو آهي ۽ نه وري ڪي اي ايس سي جو ڪرنٽ ساري سگهندو آهي.

عمر ملاح —— ماتلي

س: سهڻا ماڻهو ايڏو بي رحم چو ٿيندا آهن؟

ج: توهان کي ڪنهن چيو آهي ته ڳولي ڳولي سهڻن ماڻهن جي سوالن ڪيڻان اچو.

س: مان هڪ شريف انسان آهيان هرڪنهن پاڙيسريءَ سان ڏکيءَ ويل هردم همدرديءَ لاءِ تيار هوندو آهيان ان هوندي به منهنجي شرافت ۽ نياز نوڙت جي جواب ۾ پاڙي وارا مون کي هميشه ڪرڙي نظر سان ڏسندا آهن؟

ج: توهان جا پاڙي وارا شايد باقاعده "راتيءَ جي ڪهاڻي" ڏسندا هوندا، ڪين ٽي وي جا سنڌي پروگرام ڏسڻ نه ڏيو. رهايل ساک موٽي ملندو.

ڀڳوان داس —— ماتلي

س: منهنجو ڀائيٽو مولچند هر ڏنڌي ۾ مونسان ڪلهه هڻڻ چاهي ٿو. منهنجي ڪوشش هئي ته هو الڳ ڌنڌو ڪري چاڪاڻ ته هو فضول خرچ آهي. پر هن بدين تائين به منهنجي جند نه ڇڏي آهي.

ج: ڀائي ڀڳوانداس — بدين تائين آيا ئي آهيو ته ٻوهه اڳو پوهه باردر ڇو نٿا آزمايو؟ يا ته لرڳ يا سرڳ، يا وري ساڳيو ئي مولچند ڪرمن ۾ ـ ا

س: منهنجو هڪ مسلمان دوست عليم مونسان ڌنڌي ۾ گڏ آهي. عمر اسان جو گڏيل دوست آهي ۽ لٽي ۾ پنهنجي ڪاروبار کي ڇڏيو، اڪثر اسان وٽ ماتليءَ ۾ ويٺو هوندو آهي. اسان جي ڌنڌي تي وڏو اثر پوي ٿو. ان جو ڪهڙو علاج ڪريان.

ج: جنهن پنهنجو ڪاروبار ڇڏيو، تنهن کي ڪهڙو قياس ايندو؟ توهان مانڙي ڪري لٽي وڃي سندس ڏنڌو سنڀاليو.

عبدالستار عباسي —— ٺٽو

س: اسان جا نوجوان اڄڪلهه ضرورت رشته جا ڪالم غور سان ڇو ٿا پڙهن خاص ڪري شادي شده دوست.

ج: ان ڪري ته پوڙهي ٿيڻ ڪان پوهه جوهه ڪي چئي سگهن ته مون تنهنجي خاطر هڪ هزار نوجوان خوبصورت، خوب سيرت، تعليم يافته، عاليءَ خاندان جون ڇوڪريون ڇڏي توسان شادي ڪئي هئي.

س: ڇوڪرا ڇوڪرين جي نالن ۾ مضمون لکن ٿا، اها بيماري چوطرف ڦهلجندي وڃي ٿي ان جو سبب ٻڌايو؟

ج: ڇوڪرين جي نالن ۾ مضمون نه لکندا ته ڇپبندا ڪيئن؟ خود مان به ڪنهن زماني ۾ ايڊيٽر کي ڏوکو ڏيڻ لاءِ قمر شهباز بجاءِ قمر شهناز جي نالي سان لکندو هوس.

اختر حسين ميمڻ —— ٺٽو

س: هن دور ۾ زال ماڊرن هجي يا چٽ؟

ج: هن دور ۾ زال ماڊرن هجي يا نه هجي، پر مڙس جو چٽ هئڻ تمام ضروري آهي.

س: ارشاد حسين ڪاظمي اخبار جهان ۾ سوالن جا ڏاڍا دلچسپ جواب ڏيندو آهي، ڇا توهان به برسات ۾ اهڙو معيار قائم ڪندا؟

ج: اها ڪهڙي زماني جي ڳالهه آهي؟ اڄ جي، ڪالهه جي، يا جڏهن مرحبات ذاڏو حيات، حيات هوندو هو.

# سهڻا سپنڻ جا

※ تو منهنجي شاعريءَ لاءِ لکيو آهي. مون ٿيءَ جي باري ۾ ڇيل ڪجهه بيت ۽ به وايون موڪليانءِ ٿو. پنهنجي باري ۾ ڪجهه بيت آڇيندي لڄ ٿي اچيم. بهرحال اهو ڪجهه سچ حاضر آهي. جي برسات ۾ ڇپڻ لائق هجن ته ڀلي ڇپجانءِ جي وزن وغيره جون سنڌون ڪوتاهيون هجن ته ٺيڪ ڪري ڇڏجانءِ تون پاڻ به ته شاعر آهين. جي هي بيت توکي پسند آيا ته پوءِ ٻي ڀيري جنهنکي مان پنهنجي پر ۾ شاعري ٿو سمجهان؛ سا به موڪليندو سانءِ. هتي اٺ ڏهه سنڌي ڊاڪٽر فوج ۾ ڪئپٽن ۽ ميجر آهن، ڏاڍا سٺا ڇوڪرا آهن. انهن سان ڪچهري ڪري ڪيارن جو ڏک لاهيندو آهيان. ٻه ڇوڪرا ڪاليج ۾ ليڪچرار آهن. اڳ سنڌي روهڙي نه ٿيندا هيا. هاڻي ته گلگت ۾ ويٺا آهن.

آغا سليم اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ريڊيو پاڪستان گلگت.

※ برسات جو ۽ فيبروزيءَ وارو شمارو مون کي گذريل هفتي مليو هو. ان کان اڳ فقط هڪ پرچو مليو هو، سو به (سمجهان ٿو) ٻه مهينا کن اڳ. بهرحال، اوهان کي ياد آهيان. مهرباني. هاءِ سينگاپور مان موڪيل نئين سال جو مهنو ڪارڊ به مون کي مليو هو. هڪ دفعي، ڪٿو اڳ ۾ ڊورم ۽ اوهين لاڳيتو ۽ پابنديءَ سان برسات ڪيو، مان اوهان جي پرچي ۾ لکندس. مان پنهنجي واعدي تي قائم آهيان. لکڻ کان سواءِ مون کي پنهنجي زندگيءَ جو ٻيو ڪو مقصد سمجهه ۾ نه آيو آهي. حياتيءَ جي پوئين پهر ۾ پهچڻ کان پوءِ مون کي پڪ ٿي ويئي آهي ته مان لکڻ کان سواءِ ڪجهه ڪري نه سگهندس. اهو فيصلو آسمانن تي ٿيل آهي لوح تي لکيل آهي. گذريل ستن اٺن سالن جي بنواس ۾ مسلسل لکندو رهيو آهيان. ڪهاڻيون، ڊراما ۽ به ناول. شايع ڪرڻ لاءِ به ڪهاڻيون گذريل سال خالد کي "سنگت" لاءِ ۽ عابد کي به ڪهاڻيون نئين زندگيءَ لاءِ ڏنيون هيم. تخليقي ادب کان سواءِ سياست جي باري ۾ انگريزيءَ ۾ لکيو اٿم. هڪ قطب کان ٻئي قطب تائين سموري دنيا بيرحم پبلسٽي ۽ پروپيگنڊا جي برقي تارن ۽ لهرن ۾ ڏکوڙ جي وڃي آهي. افراتفري ۽ ذاتي پذيرائيءَ جو دور هلي رهيو آهي. مون تي هميشه کان پنهنجي دانائيءَ تي شڪ رهيو آهي. مان گذريل ويهن سالن کان پابنديءَ سان لکي رهيو آهيان. انهن ويهن سالن مان گذريل اٺ ڏهه سال مون سخت ذهني عذاب، تڪليف، غير يقيني ڪيفيت، اڏين پيڙائن، ۽ انڪوارين جي ڪٺوڙي، پابندين جي گهٽ ۽ پوسٽ ۾ گذاريا آهن. ذاتي پذيرائي، شخصي پبلسٽي ۽ پروپيگنڊا لاءِ مون وٽ ڪافي مواد آهي. هر صورت ۾ احمد فراز کان وڏيڪ پڌائڻ لاءِ رونداد آهي. پر مان احمق آهيان. دانا نه آهيان. پنهنجي پبلسٽيءَ بدران خاموشيءَ ۽ گوشه نشينيءَ کي ترجيح ڏني اٿم، بنواس ورتو اٿم. بنواس ۾ ويهي لکيو اٿم. سمورين آزمائشن ۽ تجربن کي پريس ڪانفرنس ۽ دوستن ڏانهن خطن ۾ بيان ڪرڻ بدران ڪهاڻين، ڊرامن ۽ ناولن ۾ وجهي ڇڏيو اٿم. برسات لاءِ ڪهاڻي، "سفر کان سفر تائين" موڪلي رهيو آهيان. ٻه گذارشون ــــ هڪ پروف ۽ ٻي گذارش، ته ڪهاڻي لاڳيتي شايع ڪجو "ڏسو صفحو فلاڻو" يا "باقي صفحي فلاڻي تي" کان بچائجو.

سنگت ساٿ لاءِ سلام، دعائون.

امر جليل

※ حيدرآباد سنڌ مان "بادل" رسالي وارو دور ياد اچي ويو آهي ـــ وري ايڏي ڊگهي عرصي بعد "برسات" پڙهڻ جو موقعو مليو. يوسف شاهين جو لکيل ۽ سهڙيل مواد ڪيتري پڙهي "اندر ۾ آهي" ٿيو وانگر هڪ پيرو وڏيڪ شاهين جي هن ادبي ڪاوش کي ميٺو ٿيو، "فقير ادا ڪري ٿو"

لکڻ ۾ شمشير الحيدري پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سنڌس لسڪول ڦٽري ڦٽري، مٽ سٽ ۽ لفظ لفظ ذهن تي وڏو تاثر ڇڏيو آهي. قمر شهباز آغا سليم لاءِ جيڪي ڪجهه به لکيو آهي سو بلڪل صحيح آهي ڇاڪاڻ ته اهڙا وڏا، اديب ڪمرشل جي ميدان ۾ ”اٿيو اٿيو ڪي نه سمي“ واري روايت کڻي وقت ڪان جاري رکيو اچن. ساڳي وقت قمر شهباز ٽي. وي جي ”رانيءَ جي ڪهاڻي“ سلسليوار ناٽڪ تي اڻ سڌي طرح جهڙي ريت تنقيد ڪئي آهي سا به درست آهي جنهن لاءِ مون ٽي عدد خط ٽي وي پروڊيوسر هارون رند صاحب کي شروعاتي ٽن قسطن تي لکيا هئا ۽ ڪانئس سوال پڇيو هيوم ته گهوڙي چورائڻ جي ويڙ ۾، پاڻهن پڇائڻ سان، ڇاڪاڻ سنڌي لوڪ ادب جي اڻ واقفن کي ڄاڻايو ٿا ته پڪ سان ڪيئن عمر بادشاهه جي گهوڙي چورائي هوندي تڏهن عمر بادشاهه ”مارئي“ کي ڀڄائي وڃي قابو ڪيو هو. پيو انٽرويو ايس. ڪمل جو روايتي انٽرويو جي انداز کان وڌيڪ ٻن ڪلاڪارن جي گفتگو محسوس پيو لڳي جنهن ڪري انهي نواڻ، ذهن تي سٺو تاثر ڇڏيو آهي. اهڙي طرح ”سڀني ماڻهن لاءِ“ واري پيغام کي مهلائتو پاڻي انسانيت جي دشمن کي توهان جهڙي ريت مات ڪيو آهي، تنهن تي توهان کي جس هجي. باقي علي بابا جي ڪهاڻي ”هڪ ڪن جو سفر“ تاجي پيٽي ۾ ته سنڌي ڪهاڻي نه ٿي لڳي ڇاڪاڻ ته زندهه ڪردارن بجاءِ خواب وارا ڪردار اهو زوريءَ محسوس ڪرائي رهيا آهن ته اسان سان هيءَ جٽ سنڌيءَ جي هڪ وڏي ڪهاڻيڪار ڪئي آهي. ڪي اهڙا لفظ ”اچانڪ“ سان شروع ٿيڻ ڪري ذهن ڏونڌاڙي تي ڇڏيو ته ڪهاڻي ته سنڌيءَ ۾ لکيل آهي يا ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ ۾؟ — مها پرلئه، نيپ ۾ نهاري، نڪيتر ڪسين پڏالا ٽمڪندڙ، پور، وڏهوڙ جي ڦاٽ، بلڪ ڦوڙات جهڙا لفظ ته سمجهه کان ٻاهر هئا پر انگريزيءَ جو عجيب استعمال ته سوڪس، نيچرل نيب، ڪوان، ڪري آن، منجرنس، اوشن آف لنئلاسي، رسالسيبل ۽ ماسڪ جهڙا لفظ لکي اهو علي بابا پنهنجو ”دنگي منجهه دريساءَ“ ناٽڪ واري جرمني واري انعام جو احساس پڙهندڙن کي ٿو ڏياري ته پاڻ ديسي (سنڌي) ڪهاڻيڪار بدران هاڻي غيرملڪي بلڪ عالمگير اديب آهي.

ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور — ٽنڊوڄام، سنڌ.

※ توهان جيڪو ”سڄي عالم جون ڏند ڪٿائون“ سلسلو شروع ڪيو آهي اهو سنڌي ادب ۽ تاريخ ۾ بهترين ڪوشش آهي خدا ڪري توهان ساڻ نڀايو. هن دور جي مهان شاعر شيخ اياز جي اڻ ڇپيل شاعري (نثري به) ڇاپي هڪ دفعو وري برسات کي اوچو مقام ڏنو اٿو. هونءَ به اها توهان جي ڪوشش ٿي خوشي ٿيندي آهي جو توهان سنڌيءَ جي چونڊيءَ جي ليکڪن کي ڇاپيو ٿا. هن پرچي ۾، ڀارت جي شاعر ۽ اديب ڪمل جو انٽرويو جيڪو موهن ڪلپنا ورتو هو، ڏاڍو وڻيو. اٿيو بيان ڪري ٿو، ۽ علي بابا جي ڪهاڻي به سٺي لڳي،

مخدوم. ع. جليل درپيلو — ضلع نوابشاهه

※ شمشير وارو ”اٿيو بيان ڪري ٿو“ تمام سٺو سلسلو آهي جنهن جو اسان سڀني کي انتظار هو شيخ اياز واري ”پتڻ ٿو پور ڪري.“ اڻ ڇپيل نثري نظم ته اسان جي ادب ۾ آڇ لاهڻ ۾ وڏي هٿي ڏني آهي. پيا سلسلا ۽ ڇاپيندي رهو پنهنجي جاءِ تي وڏي اهميت رکندڙ ٿيون هيون.

علي نواز قل نوشهرو فيروز

※ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪلچرل سوسائٽي ڀاران پاس ڪيل ”ٺهراءَ“ منهنجي ته ڇا پر هر غيور سنڌيءَ جي دل جي ڳالهه آهي. تنهنڪري حڪومت کان پرزور مطالبو ٿا ڪريون. ته انهن جائز گهرجن جو پورائو ڪري.

مختيار مگنهار — لاڙڪاڻو.

※ توهان کي خاص عرض ڪري رهيو آهيان ته ڪڏهن به فلمي تصويرن جو سهارو وٺي رسالي کي مقبول بڻائڻ جي ڪوشش نه ڪندا.

عبدالرزاق سهتو — ڳوٺ صوفائي سهتا

※ برسات ۾ معياري شيءِ کي ترجيح ڏيو جيئن بهترين برسات ڪيڏا هئا اهڙو معياري ڏيو. حالتن آهر شاعريءَ کي به ڪجهه جڳهه ڏيو.

رياض شاهد رضوي ڪورنگي ۵ ڪراچي

※ ”برسات جي اچڻ سان سنڌي ادب نئون رخ اختيار ڪيو آهي. ۽ ان منجهان ڪافي ڪجهه ملي رهيو آهي.

اختر درگاهي روهڙي

※ توهان پرچي ۾ ڪهاڻي به ڏيو ته سٺو ٿيندو ڇو ته ڪهاڻي کان سواءِ رسالو اڌورو آهي. شيخ اياز جي شاعري تمام گهڻي وڻي اميد اٿم ته آئنده به شيخ اياز کي نه وساريندا پيو عرض ته توهان يونان

جي ڏڏب ڪنان سان ڪڏ پنهنجي موٽن جسي دڙي ۽ ڪلي ڪي نہ وساريندا توهان پنهنجي شاعري بہ ڏيو تہ مڃو.

بدر ميمڻ — شڪارپور

* "ٻڌ تو پور ڪري" ڏاڍو وڻيو اميد تہ اهو سلسلو جاري رکندا. "قمر شهباز" جو انٽرويو وڻيو مگر قمر صاحب ڪٿي ڪٿي پاس خاطري کان ڪم ورتو آهي ۽ ڪٿي ڪٿي حقيقت بيان ڪرڻ کان هٽي ويو آهي. پر اهو انٽرويو جو سلسلو برقرار رکندا تہ جيئن اديبن سان ملاقات سان ڪڏ سندن خيالن جي بہ خبر پوي.

مقصود گل — رتوديرو

* جمل جي تاريڪ ڪوٺڙين ۾ اوهان جو برسات رسالو ور چڙهي ويو. پوءِ تہ عيد ٿي وئي. هڪ هڪ صفحو ڏاڍي چاهہ سان پڙهيم. ڏاڍو لطف آيو. قمر شهباز جو انٽرويو، اياز جي شاعري ۽ فقير جي ادبي آتم ڪٿا "فقير بيان تو ڪري" دل لڀائيندڙ ۽ معلومات ڏيندڙ آهن. شال هلندڙ قسطون وري وڌي سگهان! جنهن محنت ۽ جفاڪشي سان برسات کي برسايو اٿوَ ان لاءِ مبارڪن جا مستحق آهيو. شال سدائين اها برسات وچ واڪن سان هلندي رهي.

عابد گهلو — حيدرآباد سنڌ

* ڪيڏين مشڪلاتن هوندي بہ اوري رسالو ڪيڏ ڪاوش نہ آهي تہ ٻيو ڇا؟ شال هيءَ برسات سنڌ جي ڪنڊ ڪنڊ تي وسي ۽ وري ساوڪ ۽ هرياليءَ ڏسون. هڪ هڪ مضمون پڙهيم ڏاڍو وڻيو خاص ڪري محترم قمر شهباز جو انٽرويو ۽ ماڻائتي اياز جو نثري نظم "ٻتن تو پور ڪري" دل چئي ٿي تہ هڪ هڪ مضمون جو ناليِ وار ذڪر ڪريان پر نہ، توهان اجائي ساراهہ سمجهندؤ. سائين! ڪوشش ڪري اهو معيار قائم رکو.

رحيم سومرو — لاڙڪاڻو.

* توهان تي ناراض آهيان. "توهان کهنور جا گفتا" تہ سڌا ٿا لکو پر کهنور لفظ غلط ٿا لکو کهنور منهنجي ابي جو نالو آهي. مهرباني ڪري صحيح لکندا ڪريو.

منظور کوسو — ڪراچي

* برسات ۾ ترقي پسند ادب پيش ڪيو وڃي ۽ مشهور اديبن جون لکڻيون ڏنيون وڃن جيڪي اڻ ڇپيل هجن. جيئن: جمال ابڙو، امر جليل، مهتاب محبوب، اياز قادري، آغا سليم، علي بابا، نورالهديٰ ۽ عبدالقادر جوڻيجو ۽ انڊيا ۾ رهندڙ سنڌي ليکڪن جو بہ ادب پيش ڪيو وڃي. شيخ اياز جي شاعري جو سلسلو جاري رکندا ايندا. هي سلسلو ساراهہ جوڳو آهي ڇو تہ ٻيو ڪو بہ رسالو نہ آهي جيڪو اهڙي سهڻي شاعر جي شاعري پيش ڪري سگهي.

لعل محمد "لال" پنهور — ڪراچي

* ادا، ڪجهہ چولو اٿر — جمڪڏهن ٻرو نہ پاڻيو تہ چوان— هڪ ڳالهہ سمجهائيندي وڌو آهي. سا هيءَ تہ پرچي تي سڌان لکيل هوندو آهي (هفتيوار) سو سائين سچ تہ هي آهي (برسات) مهيني ۾ هڪ دفعو مس پهچندي آهي. سچ پڇو تہ اسان ٻڪ اسٽال وارن سان ڇڪريون لايون پيا هوندا آهيون تہ توهان نہ ٿا آڻيو— پر هو چوندا آهن، "اڙي سائين الله واحد شاهد آهي، اسان کي ڪهڙو پرو پڙهندو آلٽ ۾ جڏهن هو ڪين تہ." پوءِ ڪجهي بس ڇا منهن پهلڙو ڪري وڃي گهر ويهندا آهيون.

قاضي آصف ناز لاڙڪاڻو

* جاڳيٽي ۽ فقير جو بيان لاجواب سلسلا آهن. ڏيهہ پرڏيهہ ۽ قمرشهباز جون ڳالهيون پڻ سٺيون لڳيون ٽيون صفحا وڌايو— شعرن کي اڳيان بس ڪجهہ وڌيڪ جڳهہ ڏني وڃي تہ چڱو ٿيندو.

آسي محمود "زميني" ٽنڊو قيصر

جڏهن بہ سڪرنڊ ايندو آهيان تڏهن برسات ضرور خريد ڪندو آهيان. ديوتائن وارو سلسلو ڏاڍو وڻي ٿو.

عبدالستار بلوچ — ڪنڊيارو.

* برسات کي نئين رنگ ۽ ڍنگ سان ڪيڏ تي مبارڪ، اميد تہ اها لاٽ پنهنجي ٿيندي.

محب محبوب — حيدرآباد

* برسات جا سڀئي پرچا پڙهيم. آئون سمجهان ٿو تہ برسات جو اوائلي اوج وري اچي ويو آهي. انهي جو خاص سبب "نوس ادبي مواد" پيش ڪرڻ آهي.

وسيم سومرو — نوابشاهہ

* برسات جو تازو پرچو پڙهيم، قمر شهباز سان ڳالهيون، فقير بيان تو ڪري ۽ جاڳيٽي جا سلسلا وڻيا. پرچي ۾ بين الاقوامي سياسي صورتحال ۽ ڪنهن پڻ اديب کان انٽرويو سلسلا شايع ڪريو تہ بهتر.

غلام حسين سومرو — سڪرنڊ

* علي بابا جي ڪهاڻي، انتظار جون ڪوتائون ۽ جاڳيٽي سڀئي تخليقون آهن. اوهان "جاڳيٽي" وارو سٺو سلسلو شروع ڪيو آهي. شيخ اياز جي ان ڇپيل شاعري تہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هن ماڻار واري دور ۾ برسات سٺو واڌارو آهي.

سرمد ابڙو — شڪارپور

# ڏيهو ڏاڍ جو

امير بخش شر

سنڌڙي جون ڪيئن سورميون وڪامن ٻيون ٻسن تي، ڪڪڙ تي، ٻڪر تي، عمر ڀر لاءِ ڪنهن انڌي، منڊي ۽ لولهي انسان جي ڪرس ۾ لڪجهو وڃن. اهو رواج سنڌ ۾ سوين سال اڳ آيل اسان جي ٻروچ قبيلن ۾ ڪهڙو آهي. هتي جا رهندڙ ٻروچ پاڻ کي هوندئن وڏا غيرتمند سڏائيندا آهين. جني اٻ ڪنهن ذات وارو سنگ ڪهري ته ڪهاڙيو آهي.

هو پنهنجيون ڌيئرون ٻسن تي وڪڻن. ٻوءِ اڳيان انڌو هجي يا منڊو، لولهو هجي يا لنگڙو. جيئن اها خبر ته سيني ٻڌي هوندي ته مائٽن زمين جو واٽر (تقريبا ۵.۵ ايڪڙ) ورتو ۽ ۱۶ سالن جي ڌي ۸۰ سالن جي مير کي ڏنائون. هاڻ ٻڌايو ته هن جي ڪف هاٺي اسوٽ تي اها عورت صرف ٽڪ ٽي اڇلائي سگهي ٿي.

ٻڌايو ته اهي وبچاريون پنهنجن خواهشن کي ڪيترو دٻائين. ڪهن جوان سان نوٽ اکيون چار ڪنديون ۽ ٻوڙ ڪهاڙيون ايون ٿي وينديون آهن. ڪسي ويندي آ، ڪاري. غيرت وارا غيرت جو ثبوت ڏيندا آهن. ڪڏهن انهن کي احساس ڏياريو اٿو ته وڪڻ مهل اوهان جي غيرت ڪيڏانهن وڃي هئي؟

ڪي ته وري اهڙا ٻه آهن جن پنهنجي ڀاڻر ڪنهن اڻي کي تسليم ٿي ڪونه ڪندا آهي ۽ ڌيئون ڪنهن ڪسي ٻڍائي ڏيڻ پسند ڪونه ڪندا آهن ۽ قرآن سان حق بخشرائي، زوري ستي حتي بڻائي. سڄي عمر ڪوٺ ۾ قابو ڪري جنم قيد ڏيندا آهن ڪڏهن اوهان جنم قيدين بابت سوچيو آهي. ڪو مطالبو، ڪو بيان ڏنو آهي؟

چو پلا؟

يعني توهان پاڻ حق جا ٻرچا رکيا، ٻر پاڻهان ٿو توهان خود انهن کا ڪيو!

خاموشي، اقرار جرم هوندي آهي. جواب ته ڏيو، ڳالهايو؟

ٻوراڙي جا جوانو، ڏاڍا سب رنگ، عمران، رهبر ۽ ٻيا جاسوسي ناول ته پڙهو. پنهنجي ڪهاڻين جو ڪردار، ماڊرن، ڪاليجي ڪڪين کي ڏا بنايو، ير ڪڏهن ڪنهن لاڙجي لاهوري، ان جي آدسباڻي کي پنهنجي ڪهاڻي جو ڪردار بنايو اٿو؟ جن کي نه علم آهي. اڻ پڙهيل ان ڪري آهن جو پڙهنديون ته ڪري وينديون. چو؟ توهان ته ڪريا آهيو چا؟ جي ڪريا آهيو ته ٻوءِ چو ڏا ڳوٺ سڏاريو؟ ڪهڙي ڳوٺ ۾ ڌيئڻ جي نه پڙهائڻ خلاف آواز اٿاريو اٿو؟ اٿو پنهنجي ڌيائين کي پڙهايو. اڳتي وڌن. ظلم نه ڪيو. ظلم فنا آهي.

هاڻ جڏهن اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته اسان جي عورت ڍڳيون جوندڻ، لابارا ڪرڻ، گاهه ڪرڻ، ڪڏ ڪيڻ، مطلب ته هڪ طرف ڪم ڪار جي مشين آهي ته ٻئي طرف ٻارن جڻڻ جي مشين.

۽ ڪهن ان جو عيوضو ملي ٿو.

ڳريون، پونڊا، ٽڪون، ۽ چنبا، ٻر هو ويچاريون صرف تماشا ڏسڻ ڪٿي ٻيون نهاربنديون. ڪڏهن ڏين ورڪي ورندي! ؟ اهڙا ڪيئي عورتن جي آزاديءَ جا علمبردار زالن سان وبڌن پيا ڪن. هڪ ڀيري انهن پڙهيل علمبردارن لاءِ لکيو هيم "اسان عورتن جي آزاديءَ جا ڪوڪلا علمبردار، اندر جا پليت آهيون اندر انهون دانگيءَ جي ٻٽ جهڙو، ٻاهر وڏي هام، ۽ زال لاءِ آهيون اهڙا انهي ڪان نه هوند ڪير دانگيءَ جي ڪارڻ منهن ٿي مڪي چڏي ته ٻڌرا ٿي پئون."

مان اپيل ٿو ڪريان سنڌ جي نوجوان پڙهيلن کي، ليکڪن کي، ٻهراڙي جي ڪريجوئيٽن کي، سماج سڌار تحريڪن کي، ڳوٺ سڌار تحريڪن کي، ۽ سگهه وارن کي اڳتي ته وڌن، اسڪول کولائين، مائٽن کي حق ۽ سچ جي ڄاڻ ڏين، ۽ پنهنجي هنن همسفر ساٿين سان ٿيندڙ ڏاڍ کي بند ڪرائين. پنهنجي ساٿ جي ساٿين کي ساڙي هلن. نه ته؟ اپل ڪاڏي جي چاڪن (ڦيٿن) وانگر، هڪ چاڪ نڪري پوندي رهجي ويندو ۽ گاڏي جي دري (چاڪن کي ڳنڍڻ واري پٽي يا ايڪسل) وڃي زمين تي اڙندو ٻوءِ ڪيترو دور صحرائن ۾ رڙندا رهندوءِ.

جي ائين نه ڪيو ته ٻوءِ جتان اها هام هڻو، ته اسان ۾ نمي ٿيندي، جميلم ٿيندي، ليلي خالسد ٿيندي ۽ بختاورون وري نه پيدا ٿينديون.




مسٽر مارٽن ايف لائٽ سي وائيس پريزيڊنٽ انجنيئرنگ امريڪن سيفٽي ريزر ڪمپني يو ايس اي جو چوڻ آهي

”پلاٽينم سپر اسٽين ليس بليڊ
هتي اسٽانٽين ورجينيا امريڪا ۾ اساڻي فيڪٽري ۾
تيار ٿين ٿا.
پلاٽينم کي اوهان اهڙو ئي سٺو ڏسندا!
جهڙو اوهان جو موجوده اسٽين ليس بليڊ بلڪ انهيءَ کان به گهڻو بهتر“



ٹریٹ پلاٹینم
اسٹینلیس بلیڈ
کو میں نے بہتر پایا۔ آپ بھی آزمائیے







ٽريٽ پلاٽينم
سپر اسٽين ليس بليڊ

امريڪا ۾ ٺهيل

PRESTIGE TPSB-314.6.81

اي شاعري!
مون توکي ڇڏي ڏنو هو
ڪالھ توتي نظر پئي تہ
مون هڪ وحشي چيخ ڪئي
ائين لڳو
ڄڻ ڪنهن باز
پنهنجو آکيرو سڃاتو آهي.

# پٿرُ ٿو پورَ ڪري

شيخ اياز

[شايع ٿيڻ تي]

پنهنجي ڪاپي اڳواٽ محفوظ ڪرائيندا.

ايجنٽ حضرات هيٺ ڄاڻايل پتي تي لکپڙھ ڪن:

**سهارا ايجنسيز**: ١٠-ڊي، اي.پي.اي.سي.ايڇ سوسائٽي ڪراچي-٢٦

اي شاعري!
مون توکي ڇڏي ڏنو هو
ڪالهه تو تي نظر پئي ته
مون هڪ وحشي ڇيخ ڪئي
ائين لڳو
ڄڻ ڪنهن باز
پنهنجو آکيرو سڃاتو آهي.

# پَتڻُ ٿو پُورَ ڪري

شيخ اياز

[شايع ٿيڻ تي]

پنهنجي ڪاپي اڄ ئي محفوظ ڪرائيندا.

ايجنٽ حضرات هيٺ ڏنل پتي تي لکپڙهه ڪن:

سمبارا ايجنسيز: ١٠/٢ سي ٢، پي اي سي ايڇ سوسائٽي ڪراچي-٢٩

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اجڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڻَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چـالاءِ ۽ ڪـينئـن** جهڙن سـوالن کـي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهـن تـي ويچار ڪـرڻ سان گڏ جوابَ ڳـولڻ کـي نـہ رڳـو پنهنجـو حق، پـر فـرض ۽ اٽـتر گهـرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياکِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)